نئين سنڌي لئبرري نمبر ٢٦

# شيخ بوعلي سينا

سندس حياتيءَ جا احوال ۽
سندس تصنيفات ۽ تاليفات

لکندڙ

مرزا قليچ بيگ

قيمت ٠-٨-٤

جلد ١٠٠٠ ] [ سنه ١٩٢٦

ملڻ جو هنڌ

بالشوتسڪي پريس :
ٻڌو آشرم، حيدرآباد سنڌ.

# شيخ بُو علي سِينا

جي

## حياتيءَ جو احوال ۽ سندس تصنيفات ۽ تاليفات



شيخ بُوعلي سينا اسلامي دنيا جي نهايت مشهور طبيبن، حڪيمن ۽ فيلسوفن مان آهي. علميت ۽ فضيلت ۾ انهي جهڙو اڄ تائين مسلمانن ۾ پيدا ڪو نہ ٿيو آهي. هو دنيا جي اُستادن يا معلّمن ۾ شمار ٿيل آهي، ۽ هنکي اڪثر معلّم ثاني يعني افلاطون يا ارسطو ثاني سڏيندا آهن، ۽ هنجون تصنيفون دنيا جي گهڻن ملڪن ۽ قومن ۾ عام آهن ۽ جدا جدا مشرقي ۽ مغربي ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهن ۽ انهن تي تشريحون لکيون ويون آهن.

شيخ ابُو علي جنھجو ڪُنيت يا خانداني نالو آھي. سندس سچو نالو حُسين آھي، ۽ سندس پيءُ جو نالو عبدالله. سيناسندس پنجين پيڙھيءَ واريءَ ڏاڏيءَ جو نالو آھي يعني حسين بن عبدالله بن حسن بن علي بن سينا. شيخ بو علي جو پيءُ بلخ شھر جي نامور ماڻھن مان ھو، ۽ اُتي جو ھڪڙو سرڪاري عھديدار ھو. منصور بن عبدالملڪ ساماني بادشاھ جي راڄ ۾ بلخ ۾ آيو، ۽ لائق ۽ تجربيڪار ماڻھو ھئڻ ڪري منصور جي وزير ھن کي سرڪاري نوڪر ڪري رکيو، ۽ ھو بخارا ۾ رھجي ويو. سگھوئي ھو خرمشين پرڳڻي جو حاڪم مقرر ٿيو، ۽ چڱي انتظام سان اتي جي رعيت کي خوش رکيائين. سامان شھر جي ويجھو افشنہ نالي ھڪڙو ڳوٺ ھو، اتي جي ھڪڙيءَ زال ستارہ نالي سان ھن شادي ڪئي، جنھن مان ھي حُسين پيدا ٿيو، جو پوءِ ابو علي ٿيو.

انھي طرح شيخ (بو علي سينا) خرمشين ۾ سنہ ٣٧٣ ھہ ۾ ۽ ڪنھن روايت موجب سنہ ٣٦٣ھہ

۾ پيدا ٿيو. ٻن ادائن ورهن کان پوءِ عبدالله کي
پيو ٻه پٽ ڄائو، جنهنجو نالو محمود رکيو ويو.
سگهوئي پوءِ عبدالله کي موٽي بخارا ۾ اچڻو پيو
۽ هو پنهنجا ٻار وٺي اتي آيو. حسين تڏهن پنجن
ورهن جو هو. هنکي هڪڙي مُلّي وٽ پڙهڻ لاءِ
وهاريائون، جتي هو قرآن ۽ پيو دين جو ابتدائي
علم سکيو. انهي کان پوءِ صرف نحو، معاني، بيان
وغيره دستوري علم حاصل ڪيائين. اها سڀ
تحصيل هن پنجن ورهن جي عرصي ۾ ڪئي.
تنهنکان پوءِ علم رياضي يا حساب جي سکڻ لاءِ
هڪڙي بقال يا دڪاندار وٽ وهاريو ويو، جنهنجو
نالو محمود مسّاح هو، جو حسابي ڪمن ۾ ڏاڍو
هشيار هو. انهي وٽ بوعلي رواجي حسابي علم ۽
الجبرا به سکيو ۽ انهن ڪمن ۾ اهڙي چالاڪي
۽ قابليت ڏيکاريائين، جو سند من اُستاد ٿي حيران
ٿي ويو. تنهنکان پوءِ وري ديني علم فقہ ۽ حديث جو
اسماعيل زاهد وٽ سکڻ لڳو، ۽ ٿوري عرصي ۾
انهيمان به خوب واقف ٿيو. انهي کان پوءِ پڙهڻ

علم منطق سکڻ لاءِ وقت جي مشهور عالم ۽ منطقي
عبدالله ناتليءَ وٽ ويا ريس، جنهن ڪتاب
ايساغوجي شروع ڪرايس. انهيءَ پڙهندي بوعلي
پنهنجي اُستاد سان اهڙا بحث ڪيا ۽ دليل ڏنا
۽ اعتراض اُٿاريا ۽ انهن جي سمجهاڻي ڏني، جو
سندس اُستاد به عاجز ٿيڻ لڳو ۽ هڪدم معلوم
ٿيڻ لڳس ته منهنجي هن سان جاءِ ڪانهي.
شيخ جي پيءُ وٽ توڙي پين وٽ، سندس روبرو
يا پرپٺ هو پنهنجي انهيءَ شاگرد جي بيحد تعريف
ڪرڻ لڳو. منطق جي تحصيل ڪرڻ کان پوءِ
هن اقليدس شروع ڪيو. پهريون ڪي شڪليون
پڙهيو، پوءِ ته پيون پاڻهي حل ڪري ويو ۽ انهن
جي نسبت ۾ اهڙا نازڪ نڪتا بيان ڪري ويو،
جو اُستاد کي آڱر وات ۾ اچي ويئي. پوءِ
متوسطات ۽ مجسطي سکڻ لڳو. پوءِ هندسه
کي ورتائين، جنهن جي سکڻ ۾ پڻ اُستاد
جي محتاجي ڪا نه ٿيس. سگهو ئي پوءِ بوعلي
جو اُستاد عبدالله ناتلي خوارزم جي هڪڙي شهر

ڪرڪانج ڏانهن ڏئي ويو، جو انهيءَ پاسي ڪر ڪم
هوس. بوعلي هن جي غير حاضريءَ ۾ اڪيلو
ڪتاب مطالع پيئي ڪيا. پر رات ڏينهن انهي
مشغوليءَ ۾ اهڙو سرگرم رهيو ۽ اهڙي محنت ڪيائين،
جو رات يا ڏينهن جي خبر ئي ڪانه پئي رهيس. انهي
کان پوءِ علم طبعي ۽ علم الٰهي جا ڪتاب پڙهڻ
لڳو. پڇاڙيءَ ۾ علم طب جي تحصيل جو اچي
شوق ٿيس. انهيءَ جي سڪرٽلاءِ هن مشهور حڪيم
بو منصور بن نوح القلمريءَ کي چونڊيو ۽ وٽس
طب سکڻ لڳو. ٿوريئي عرصي ۾ اهڙو قابل ٿيو
جو علم طب جي نظري ۽ عملي طريقن بابت
هڪڙو عمدو ڪتاب لکيائين. مطلب ته طب
۾ اهڙي ڪامليت حاصل ڪيائين، جو خود سندس
اُستاد به سندس شاگرد هئڻ کي فخر سمجهڻ لڳو
۽ هن جي ڪيل تحقيقاتن مان فائدو وٺڻ لڳو.

انهي وقت ڌاري شيخ هڪڙو مطب يا
شفاخانو کوليو، جتي صبح جو ۽ شام جو بيمار اچي گڏ
ٿيندا هئا، ۽ هو انهن کي اٽي وجهي ڏسندو ۽

علاج ڪندو هو. ۽ ساڳئي وقت انهي زماني جي
عالمن ۽ فقيهن سان مناظرو ۽ مباحثو ڪندو هو.
هن جي عمر تڏهن ويهه ورهه مس هئي. انهي
کان پوءِ هو نئين سر وري فلسفه ۽ منطق ۽ انهن
سان لاڳو ٻين علمن جا ڪتاب مطالع ڪرڻ
لڳو. ورهه ڍ انهي ڪم ۾ اهڙو مشغول هو، جو نه
برابر ڪاڌو کائيندو هو ۽ نه برابر ننڊ ڪندو هو.
ايترو کائيندو هو، جيتري مان بدن جي ضعيف
ٿيڻ جو خطرو نه هوندو هو. جڏهن رات جو گهڻي
ننڊ ايندي هيس، تڏهن ننڊ ٽارڻ جي يا قوّت جي
ڪا دوا کائي ڇڏيندو هو. چون ٿا ته جڏهن منطق
يا فلسفه ياڪنهن ٻئي علم جو مسئلو حل نه ٿيندو
هوس، تڏهن وضو ڪري مسجد ۾ ويندو هو ۽ خدا
کان انهي مسئلي حل ڪرڻ جي لاءِ دعا گهرندو
هو ۽ اڪثر اهو خدا جي قدرت سان حل ٿي پوندو
هو. انهي وقت ڏاري هو تقريرون به ڪندو هو ۽
تصنيف ۽ تاليف جي مشغولي به رکندو هو.

ما بعد الطبيعت جي ڪتابن پڙهڻ کان پوءِ

ھو ماقبل الطبيعت جي ڪتابن پڙھڻ کي لڳو، جنھن
کي فلسفہ اوليٰ يا علم ڪُلي ٿا چون. انھي علم
۾ انھي موجودات جو بحث ٿو ٿئي، جنھجو وجود
خارجي ۽ ذھني مادہ جو محتاج ناھي جيئن تہ خدا
تعاليٰ جي ذات ۽ مجرّدات وغيرہ. اھو علم تمام
نازڪ آھي ۽ انھيءَ جا مسئلا تمام مشڪل ۽ مونجھاري
جھڙا آھن. شيخ بو علي انھن جي سمجھڻ جي
گھڻي ڪوشش ڪئي، پر برابر ذھن ۾ نہ ويٺس.
تنھن ڪري ڏاڍو پريشان ۽ دل شڪستو ٿيو ۽
في الحال اھي ڪتاب ڇڏي ڏنائين. ڪن
ڏينھن کان پوءِ اوچتو ھن کي بازار ۾ ھڪڙو
شخص گڏيو، جنھن کيس ھڪڙو ڪتاب خريد
ڪرڻ لاءِ آڇيو ۽ چيائينس تہ انھيءَ جي مالڪ کي
پيسي جي گھرج آھي سو وڪڻي ٿو. شيخ اُھو
ڪتاب کولي ڏٺو تہ ابو نصر فارابي مشھور معلّم
جو ڪتاب آھي، جو انھيءَ علم بابت آھي، جنھنجي
کيس طلب ھئي. گھڻي خوشيءَ سان کي
درھم ڏيئي اُھو ورتائين، ۽ گھر کڻي وڃي پڙھي

ڏنائين، ته منجهس علم الاهي جا عجيب غريب
مسئلا آهن، جي ڏاڍي صفائي ۽ چٽائيءَ سان سمجهايل
آهن. جيڪي سندس مشڪلاتون هيون، سي
هاڻ آسانيءَ سان حل ٿي ويون. انهي ڪري هو
اهڙو خوش ٿيو، جو غريبن ۽ مسڪينن کي خيراتون
ڏيڻ لڳو.

انهي وقت ساماني خاندان مان امير نوح بن
منصور باد شاه بيمار هو. شهر جا وڏا وڏا طبيب
سندس علاج ڪري ويندا هئا، پر هنجو مرض
زور وٺندو ويو. بو عليءَ جي علم ۽ عمل جي
هاڪ به ملڪ ۾ پيل هئي، تنهنڪري باد شاه انهي
کي به گهرايو. شيخ اڳوڻو سڀ احوال ٻڌي
مرض جي تشخيص ڪئي ۽ پوءِ علاج ڪرڻ لڳو.
خدا جي مهربانيءَ سان مرض هٽڻ لڳو ۽ باد شاه
تندرست ٿيو. شيخ کي گهڻو ئي ڪي ڏنائين،
۽ سندس اهڙو اچي معتقد ٿيو، جو هنکي پاڻان
ڀري ته ٿي ڪيائين. سڀني اميرن ۽ وزيرن کان
زياده پسند ڪرڻ ۽ مان ڏيڻ لڳس.

بادشاھہ وٽ ھڪ وڏو ڪتبخانو ھوندو ھو. شيخ انھيءَ ۾ وڃي وھڻ ۽ ڪتابن پڙھڻ جي اجازت بادشاھہ کان ورتي ۽ رات ڏينھن ڪتابن پڙھڻ ۾ مشغول رھيو. ساڳئي قسم جي ڪتاب جا جيڪڏھن ڪي وڏيڪ نسخا ھئا تہ اُھي شيخ پنھنجي گھر آڻي رکيا ۽ جن جا نہ ھئا تنجا نقل ڪيائين يا ڪرايائين. انھي طرح اڳين پوئين مصنّفن جا اڻلڀ ۽ قيمتي ڪتاب ھن پاڻ وٽ موجود ڪيا ۽ پڙھيا، جنھن ڪري ٿوري عرصي ۾ ھو معقولات ۽ منقولات ۾ ھڪڙو وڏو عالِم ٿي پيو.

شيخ بوعليءَ سان بادشاھہ جي محبّت ڏسي گھڻائي امير حسد جي ڪري سندس دشمن ٿيا. سگھوئي ھڪڙو اتفاق ٿيو جنھن ڪري ھُنن کي سندس برخلاف چغلي ھڻڻ يا شڪايت ڪرڻ جو چڱو وجھہ لڳو. ھڪڙي ڏينھن اوچتو ڪتبخاني کي اچي باھہ لڳي. انھن حاسدن بادشاھہ کي چيو تہ اھا حرڪت شيخ بوعليءَ جي آھي، جو پائي ٿو تہ شاھي ڪتبخاني جا ڪتاب سڀ سڙي وڃن

تہ ھو پنھنجا ڈاھپ کتاب مروج کري تہ دنيا ۾ سندس ڈالو ناموس ٿئي. پر بادشاہ کي انھي ڳالھہ تي ڪو بہ اعتبار نہ آيو ۽ شيخ تي اڳي وانگي مھربان رھندو آيو.

انھي وقت ڈاري ابوالحسن عروضيءَ جي چوڻ تي شيخ ابوعلي ڪتاب مجموع تصنيف ڪيو، جنھن ۾ رياضيءَ کان سواءِ ٻين سڀني علمن، خصوص فلسفہ جو ذڪر آندائين. ساڳي طرح شيخ ابو بڪر برقي خوارزميءَ جي فرمائش تي ھن خاص علم حڪمت ۽ فلسفہ تي ھڪڙو جامع ڪتاب لکيو، جنھنجو ڈالو حاصل ومحصول رکيائين. اھو ڇو ويھن جلدن ۾ لکيو ويو. وري بہ ساڳئي بزرگ جي چوڻ تي علم اخلاق ۾ ڪتاب البرّ و الاثم لکيو. انھي وقت شيخ ابو عليءَ جي عمر ابن خلقان جي لکڻي موجب ٻاويھہ ورھہ ھئي.

انھي زماني ۾ بخارا ۽ آس پاس تي چار دفعا فتنا ۽ فساد ٿيا ھئا، جن مان ھڪڙي ۾ تہ امير منصور بخارا جو بادشاہ ٿيو ۽ سندس وفات تي

سندس پٽ امير نوح سندس جا نشين ٿيو هو، جنهن وقت شيخ بو علي سينا هوندو هو. پر ماڳي وري ٻه بخارا ۾ تازو فساد اچي پيو، جنهنڪري ساماني خاندان جي حڪومت پوري ٿي وئي. انهي گڙٻڙ ۾ بو عليءَ کي بخارا ڇڏڻو پيو. سندس پيءُ به مري ويو هو، تنهنڪري هو ڪرڪانچ ڏي روانو ٿيو. انهي پاسي جي بادشاه سلطان خوارزم جو وزير ابوالحسين سهلي عالم ۽ فاضل شخص هو ۽ پين عالمن ۽ فاضلن جي قدرداني ڪندو هو. ۽ ٿي ڏينهن ٿڪ پيڇي بو علي انهي جي ملاقات لاءِ ويو. هن نهايت گهڻي عزت ڏنيس. جڏهن مجلس مان عام ماڻهو اٿي ويا، تڏهن شيخ فقه جو بحث ڇوريو. وزير ابو الحسين کي معلوم ٿيو ته شيخ نه فقط فقيہ آهي پر مجتهد سڌائط جو حقدار آهي. جڏهن وزير کي معلوم ٿيو ته هي مشهور شيخ بو عليءَ سينا آهي، تڏهن هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس بادشاه وٽ وٺي ويو. بادشاه به ڏاڍي عزت ڏنيس. ٿي ڏينهن وري

۽ بادشاهه هنڪي سڏايو ۽ ڏانهنس زياده مهرباني ظاهر
ڪيائين ۽ هنڪي وٽس رهي پوڻ لاءِ زور ڪيائين
۽ هڪڙي عاليشان محلات ڪيس رهڻ لاءِ ڏنائين
۽ خرچ پکي جي لاءِ مناسب بند و بست ڪيائين.
سلطان خوارزم علم دوست ماڻهو هو. تنهنڪري
سندس مجلس ۾ عالم فاضل اديب شاعر حڪيم
طبيب نجومي حاضر ٿيندا هئا. شيخ بو عليءَ کي
۽ هن پنهنجي انهي مجلس يا درٻار جو ممبر
ڪيو. انهي کان پوءِ شيخ گهڻي مدت تائين
علمي مباحثي ۽ مناظري ۾ شامل ٿيندو رهيو ۽ اهڙي
عمدي صحبت مان خوشي حاصل ڪندو رهيو.

انهي فساد جي وقت سلطان محمود غزنوي
خوارزم شاهه جي ملڪ تي ڪاهه ڪئي ۽ اهو فتح
ڪيائين، پر وري به هنڪي اُتي قائم ڪيائين،
مگر هاڻي سلطان جو زيردست ٿيو. اهو وجهه وٺي
شيخ بوعليءَ جي دشمن سلطان محمود وٽ چغلي
هڻئي ته شيخ بوعلي ڪٽو شيعو آهي ۽ پنهنجي مذهب جي
پکيڙڻ ۾ ڪوشش ڪندو آهي. سلطان محمود

پاڻ پڪو سُني هو ۽ سُنت جماعت جو وڏو حامي
هو. تنهنڪري ابوعليءَ جهڙي عالم فاضل حڪيم
۽ طبيب جو شيعه مذهب جو مددگار هجڻ هنجي
نظر ۾ مصلحت جي برخلاف هو. تنهن ابوالفضل
حسن بن ميڪال جي هٿان خوارزم شاه ڏي چوائي
موڪليو ته "اسان ٻڌو آهي ته اوهان وٽ وڏا وڏا
صاحبڪمال ماڻهو آهن. اسانجو اراده آهي ته اسين
به انهنجي صحبت مان خوشي حاصل ڪريون.
تنهنڪري انهنمان ڪي چونڊي اسانڏي
ڏياري موڪليو." سلطان جو مطلب هو ته
خوارزم شاه ضرور شيخ بوعليءَ کي به موڪليندو،
پوءِ آءٌ انهيکي قتل ڪرائي ڇڏيندس. خوارزم
شاه کي ته سلطان جو اهو مطلب هڪدم معلوم
ٿي ويو. تنهن اڳئي شيخ بوعلي ۽ ابوريحان
کي سمجهائي ڇڏيو ته "جڏهن حسن بن ميڪال
دربار ۾ سلطان جو پيغام ڏئي، تڏهن آءٌ انهيجي
روبرو اوهانکي حڪم ڏيندس ۽ سلطان ڏي
وڃڻ لاءِ تاڪيد به ڪندس. پر اوهين ظاهر

ظهور اوڏي وڃڻ کان کي سبب ڏئي انڪار ڪجو. پوءِ موٽڪي عذر ڏيڻ لاءِ واجبي سبب ڏيندو." پر شيخ بو عليءَ کي جنهن وقت اها خبر پئي، تنهن وقت هڪدم تياري ڪري سفر تي نڪري پيو. باقي ابو ريحان سان گڏ ابن الخمار کي خوارزم شاهه حسن بن ميڪال جي اڳيان غزني وڃڻ لاءِ حڪم ڏنوءِ تاڪيد ڪيوءِ پر هنن مرضي نه ڏيکاري ۽ بو عليءَ جي اڳئي نڪري وڃڻ جي هنکي خبر پئي.

جڏهن حسن بن ميڪال موٽي غزنيءَ آيو ۽ سلطان محمود کي ساري ڳالهه ڪري ٻڌايائين، تڏهن سلطان ڏاڍو ڪاوڙيو. هن بو عليءَ کي مارائڻ جو پڪو ارادو ڪيو هو. تنهنڪري هيءَ تجويز ڪيائين ته شيخ بو عليءَ جي تصوير هٿ ڪري، انهي جا گهڻا نقل ڪرائي پنهنجن جاسوسن کي ڏنائين ۽ حڪم ڪيائين ته هن شڪل جو ماڻهو جتي هٿ اچيو، اتي هنکي پڪڙي اسان وٽ حاضر ڪجو. گهڻا جاسوس تصويرون کڻي

روانا ٿيا. ڪي ڪنهن پاسي ڪي ڪنهن پاسي
ويا. بوعلي به پنهنجي ساهه جي ڊپ کان
جهنگ ۽ بيابان گهمندو ۽ جبلن جي چوٽين ۾
لڪندو وتيو. نيٺ ڪن سنگتين سان گڏ
جرجان ۽ ري جي پاسي ڏي وڃڻ لڳو. ابو سهل
مسيحي، جو سندس سنگتين مان هو، سو ته رستي
۾ ئي اُڃ ۽ بک کان مري ويو. شيخ به مري
جهري ابيورد ۾ پهتو، پر ڏاڍو بيمار ۽ پريشان حال
۾ هو. اُتان به نڪري نيشاپور آيو، جتي ڪي
ڏينهن ساهي کنيائين. هڪڙي ڏينهن اُتي ٻاهر
گهمڻ لاءِ نڪتو ته ڪن ماڻهنڪي آهستي پاڻ ۾
ڳالهائيندو ٻڌائين، جن سندس نالو ورتو ۽ سندس
پٺيان وڃڻ ۽ سلطان محمود جي حڪم جو ذڪر
سندس ڪنن تي پيو. هي ٻڌي هنڪي اڳي
کان به زياده ڊپ ٿيو. هڪدم لڪي نيشاپور
مان نڪري جرجان ڏي روانو ٿيو. انهن ڏينهن
۾ اُتي جو بادشاهه قابوس هو، جو ڏاڍو علم دوست
ماڻهو هو ۽ عالمن ۽ فاضلن ۽ حڪيمن جو طالب

هو ۽ خوش خُلق ۽ سخي بہ هو. هنجي
تعريف ٻڌي شيخ خوش ٿيو ۽ آئندي جي
اُميد رهيس. في الحال طبابت جو پيشو اختيار ڪري
گذران ڪرڻ لڳو. انهيءَ ڪم ۾ ترلاثاني هو، تنهنڪري
ماڻهنکي شفا حاصل ٿيڻ لڳي ۽ وتس ڏاڍو گوڙ
مچڻ لڳو ۽ پيدائش ايتري ٿيڻ لڳيس جو
خوش پيو گذاريندو هو. تنهنڪان سواءِ سندس
تعريف بہ شهر ۾ تو ڙي آس پاس پکڙڻ لڳي.

اتفاق سان بادشاهہ قابوس جو ڀاڻيجو بيمار
ٿي پيو ۽ سندس مرض وڌندو ويو ۽ هو ضعيف
ٿيندو ويو. طبيب دوائون ڪري ٿڪجي پيا.
انهيءَ ڪري قابوس ڏاڍو پريشان ۽ غمگين ٿيڻ
لڳو. هڪڙي ڏينهن درٻارين کان ٻڌائين تہ
هڪڙو جوان حڪيم ٿورن ڏينهن کان هتي وارد
ٿيو آهي. مرض سڃاڻڻ ۽ دوا ڏيڻ ۾ ڏاڍو هشيار
آهي ۽ سندس هٿ ۾ شفا آهي. تنهن تي قابوس
شيخ بوعليءَ کي گهرايو. شيخ بادشاهہ جي ڀاڻيجي
کي اچي ڏٺو. ويهن ورهن جو هڪڙو خوبصورت

بستري تي پيو هو ۽ ڏاڍو ضعيف ٿي ويو. سڀ
حقيقت پڇي معلوم ڪري نبض ڏسي صحيح
ڪيائين ته هنڪي ظاهري ڪري بي ڪابه بيماري
ڪانهي، مگر دل جوش ۽ نفساني جذبو اٿس.
پڪ ڄاتائين ته هنکي عشق جو مرض آهي ۽ ڪنهن
زال تي عاشق آهي، جا ڪيس ملي نه ٿي سگهي.
شهر جي سيني محلن ۽ پاڙن جو ڪو واقف گهرايائين،
جو بادشاه جي حڪم سان آڻي حاضر ڪيائون. پيا
سڀ ماڻهو ٻاهر ڪڍي پاڻ بيمار جي نبض هٿ ۾
جهلي ويهي رهيو ۽ هن شخص کي چيائين ته شهر
جي هڪڙي پاسي محلن ۽ گهٽين جا نالا شروع
ڪر. هو هر هڪ محلي جو نالو وٺندو ويو.
هڪڙي محلي جي نالي تي شيخ بيمار جي نبض
۾ ڪا خاص عجيب حرڪت معلوم ڪئي. پوءِ
انهي شخص کي چيائين ته انهي گهٽيءَ جي رهندڙن
جا نالا وٺندو وڃ. اُن موجب هو گهرن جا نالا
وٺڻ لڳو ته پهرين فلاڻي جو گهر، پوءِ فلاڻي جو.
هڪڙي نالي تي شيخ ورب ته بيمار جي نبض مان

سا ڳئي قسم جي حرڪت معلوم ڪئي. پوءِ وري انهي گهر جي پاڙين جا نالا ورتائينس. اُهو ماڻهو چڱو واقف ٿي ڏنو؛ انهي گهر جي سيني پاڙين جا نالا وٺي ويو. هڪڙي ڇوڪريءَ جي نالي وٺڻ تي وري به بيمار جي نبض خاص طرح ڇرڪڻ لڳي، بلڪ اڳي کان به زياده حرڪت معلوم ٿيس. شيخ کي خاطري ٿي ته هي جوان انهي زال تي عاشق آهي. بادشاهه کي چيائين ته فلاڻي محلي جي فلاڻي شخص جي گهر ۾ فلاڻي نالي سان ڇوڪري آهي، تنهنجي جيڪڏهن هنسان شادي ته ٿيندي ته هي چڱو ڀلو ته ٿيندو. ڪهڙيءَ تجويز سان هن اهو نتيجو ڪڍيو، سو به ٻڌايائينس. آخر قابوس انهي ڇوڪريءَ جي ڀائرن وٽڻ جو بند وبست ڪيو، جا شايد شاهي درجي واري گهر ۾ اچڻ جي لائق نه هئي، جنهنڪري هن جوان جو نااميديءَ جيڪري اهڙو حال ٿيو هو. شادي ڪرڻ کان پوءِ هو جلد چڱو ڀلو ٿي پيو. شيخ جي قابليت ڏسي بادشاهه قابوس ڏاڍو خوش ٿيو؛ کيس تمام چڱا انعام ڏنائين؛

گهڻي عزت آبرو ڏنائيمس. پرپاڙيسري طرف سان ۽ سندس تصوير جا انهي شهر ڏانهن ڪنهن جاسوس آڻي ڏني هئي تنهنجي ذريعي سان معلوم ٿيو ته هي شيخ بو علي سينا آهي، جو سلطان محمود جي ڊپ کان ڀڄي نڪتو آهي. باد شاه قابوس شيخ جي طرفان سلطان ڏي سفارش ڪئي. آخر سلطان جو رنجه لٿو ۽ شيخ کي معافي ڏنائين ۽ گرفتاريءَ جا اشتهار بند ڪرايائين.

انهي کان پوءِ گهڻي مدّت تائين شيخ بوعلي قابوس وٽ عزت آبرو سان رهندو آيو. اوچتو انهي ملڪ جا ماڻهو بر اچي باغي ٿيا ۽ فساد مچائڻ لڳا ۽ محلات تي ڪاهي آيا ۽ قابوس کي قيد ڪري وڃي بسطام شهر جي هڪڙي قلعي ۾ بند ڪيائون، جنهنجو ڏا لو خدا شڪ هو. اتي سکهو ئي هو ويچارو مري ويو.

شيخ جو هيئنر پيو ڪوبه مربي يا سرپرست ڪونه رهيو، تنهنڪري آتان نڪري، جرجان جي حد لنگهي دهستان ۾ اچي رهيو، جتي ڪي ڪتاب

تصنيف ڪيائين. نيٺ رهي ڪڪ ٿي ڊوري ۽ جرجان ۾ آيو. پر هاڻي ڏاڍو مفلس هو ۽ وقت ڏکيو گذرڻ لڳس. انهي وقت جي هڪڙي عربي قصيدي ۾ هن پنهنجو حال ڏنو آهي. هڪڙو بيت هي اٿس :- ( بيت ) لما عظمت فليس مصر واسعي - لمّا علا ثمني عدمت المشتري. (يعني منهنجو درجو اهڙو وڏو ٿيڻ لڳو جو ڪنهن به جاءِ ۾ ماپي نه سگهيو - جڏهن منهنجو ملهه گهڻو ٿيڻ لڳو، تڏهن خريدار ڪو نه پيدا ٿيو ) .

جرجان ۾ ابو محمد شيرازي نالي هڪڙي دولتمند شخص کي فلسفه جي تحصيل جو شوق ٿيو. انهي پنهنجي نزديڪ ۾ هڪڙو گهر خريد ڪري شيخ کي ڏنو ۽ اُتي پاڻ وٽس پڙهڻ لڳو. ساڳئي وقت ۾ ٻيو هڪڙو شخص عبدالواحد نالي، جنهن کي ابو عُبيدالله يا ابو عُبيد ه چوندا هئا، سو به شيخ وٽ تحصيل ڪرڻ لڳو. اهو ته شيخ جي صحبت ۾ مرڻ گهڙيءَ تائين رهيو ۽ شيخ جي سوانح عمري به انهي لکي : اتي اهي ماڻهو ۽ ڪي

پيا شيخ کان منطق ۽ مجسطي ۽ فلسفہ ۽ ٻيا
کي علم سکڻ لڳا. رات ڏينهن انهيءَ وِچ
علم جي صحبت رهندي هئي.

انهي وچ فتني ۽ فساد کان پري ۽ سلامت ۽
آرام ۾ رهڻ ڪري شيخ کي ڪن ڪتابن لکڻ
جو چڱو وجھ مليو، ۽ جيڪي هيستائين اڌ لکيل ۽
اڻ پورا ڇڏيا هئائين، سي بہ پورا ڪيائين. مشهور
ڪتاب اوسط بہ انهي وقت لکيائين. جڏهن جرجان
۾ رهي ٿڪو، تڏهن ملڪ ريءِ ڏي روانو ٿيو.
انهي زماني ۾ اُتي جي حڪومت مجد الدولہ ۽
سندس ماءُ راڻيءَ جي هٿ ۾ هئي. اهي ٻئي شيخ
جا اڳيئي واقف هئا، تنهنڪري انهن هنکي گهڻي
تعظيم ڏئي پاڻوٽ رکيو. اتفاق سان ترڏئي مجد الدولہ
کي ماليخوليا جو مرض ٿي پيو. راڻيءَ جي چوڻ
تي شيخ هنجو علاج ڪيو ۽ هو چڱو ڀلو ٿيو.
راڻي خوش ٿي ۽ شيخ کي گهڻو ئي
ڪي ڏنائين.

انهي رهڻي شيخ معاد جو ڪتاب لکيو، جو

مجدالدولہ جي نالي تي معدون ڪيائين . انهي
وقت ڌاري اهڙو هل اُٿڻ لڳو تہ سلطان محمود
غزنوي رئي جي ملڪ وٺڻ لاءِ جلد اچڻو آهي .
اها افواه ٻڌي شيخ کي ڏاڍي بي آرامي ٿي .
اگرچہ نالي جي معافي ملي هيس، تڏهن بہ خاطري
نہ ٿي ٿيس . تنهنڪري رئي مان نڪري پهرين
قزوين ڏي هليو ويو ۽ پوءِ همدان ۾ آيو ، جتي جو
حاڪم انهي وقت شمس الدولہ بن فخرالدولہ هو.
شيخ هڪڙي امير وٽ وڃي رهيو. اتفاق سان
شمس الدين قولنج جي مرض ۾ گرفتار ٿي پيو ۽
شيخ کي انهي جي علاج لاءِ مقرر ڪيائون . خدا
جي مهربانيءَ سان هو جلد شفا ياب ٿيو ۽ شيخ کي
پنهنجو خاص مصاحب بنايائين .

سگهوئي پوءِ شمس الدولہ ڪرمانشاهہ جي
ملڪ تي چڙهي ڪئي ، جتي جو حاڪم اوحرب
عياز هو. شيخ بہ هن سان اوڏي ڪڏيو ويو .
ٻنهي فوجن جي جنگ ٿي ، پر شمس الدولہ
کي فتح نصيب نہ ٿي، تنهنڪري موٽي همدان

۾ آيو ۽ بوعليءَ کي پنهنجو وزير مقرر ڪيائين. هن
اهو عهدو اهڙو عهدو هلايو، جو ماڻهو حيران ٿي ويا.
جنگ يا ڪن ٻين سببن ڪري اتي جو شاهي
خزانو خالي ٿي ويو هو. سپاهين کي توڙي عهديدارن
۽ انعامدارن کي پورو مواجب نه مليو ۽ هو ٿڪ تاڻ
۽ دانهون ڪرڻ لڳا. انهن کي اهو شڪ پيو ته نئين
وزير ڪُپت ڪري پنهنجو گهر ڀريو آهي ۽ ٻين
کي بُکَ ٿو ماري. ڪن حاسدن جي چورت
تي ڪي اشرفين جون ٿيلهيون شيخ جي
گهر ۾ لڪ چوريءَ رکائي مٿس تهمت آندائون ۽
کيس پڪڙائي بادشاهه وٽ آندائون ۽ اشرفيون
ڪيرائي ڏوهه ثابت ڪرايائون ۽ درخواست
ڪيائون ته هنکي قتل ڪرائجي. پر شمس الدوله
هنن جي ڳالهه نه مڃي. ماڻهن جي دانهن ۽ فساد
بند ڪرڻ لاءِ لاچار ٿي هيءَ تجويز ڪيائين، جو
في الحال شيخ کان وزارت جو عهدو وٺي
ابو سعيد کي ڏنائين. انهيڪري شيخ کي
خانه نشين ٿي رهڻو پيو. پر چاليهارو ڏينهن کان

پوءِ شمس الدولہ کي وري قولنج جو مرض ٿيو.
شيخ کي منّت آزيون ڪري وٺي آيا ۽ سگھوئي
هو وري چڱو ڀلو ٿيو. انهي خدمت ڪري ۽
آئندي جي فائدي جي نظر تي هن شيخ کي
وري بہ وزير مقرر ڪيو.

انهي عرصي ۾ شيخ جو شاگرد ابو عبيد
ساڱس گڏ رهندو آيو. انهي شيخ کي صلاح
ڏني تہ ارسطاطاليس حڪيم جي ڪتابن جي شرح
لکي. پر وزارت جي ضروري ڪمن ڪري
شيخ کي فرصت نہ ٿي ملي. في الحال پنهنجي قابل
شاگرد جي زور ڪرڻ تي شيخ فقط ارسطوءَ جي
ڪتابن تي اعتراض ۽ انهنجي جوابن لکڻ بہ هٿ
وڌو، طول طويل مباحثن کي في الحال ڇڏي
ڏنائين. انهي کان پوءِ وري علم طبعيات تي
هڪڙو ڪتاب لکيائين، جو پنهنجي ڪتاب شفا
۾ شامل ڪري ڇڏيائين. ساڳئي وقت خمسہ ۽
قانون ڪتاب جو پهريون جلد يا حصو لکي تيار
ڪيائين. ڏينهن جو فرصت جي وقت اهي ڪتاب

اسڪندو هو ۽ رات جو طالبعلمن جي جماعت يا
جلسي ۾ تقريرون ڏيندو هو.

انهي وقت ڌاري همدان جي هڪ پرڳڻي جبال
جي حاڪم سرڪشي ڪئي ۽ خود مختيار ٿيڻ
لڳو. تنهڪري شمس الدولہ کي مٿس
فوج ڪشي ڪرڻي ٿي. هن شيخ کي ٻہ ساڻ
هلڻ لاءِ چيو، پر شيخ عذر ڪري وزارت کان
استعفا ڏئي اتي رهجي پيو. رستي ۾ شمس الدولہ
کي وري قولنج اٿي ورايو ۽ زيادہ تڪليف
ڏيڻ لڳو، تنهڪري هنکي ڏوليءَ ۾ کڻائي موٽي
همدان ۾ آيا. اجا اتي پهتو ئي ڪين تہ هو
مري ويو.

هنجي مرڻ تي اميرن اتفاق ڪري سندس
پٽ تاج الدولہ کي گاديءَ تي وهاريو ۽ شيخ
بو عليءَ کي وزير ٿيڻ لاءِ زور ڪيائون، پر هن
اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي، جو اڳئي گهڻي تڪليف
رسي هيس. وڃي پنهنجي هڪڙي شاگرد
ابوطالب عطارنالي جي گهر ۾ پناهہ ورتائين.

اُتان ھن ھڪڙو خط لکي ڪجھ طرح امير جعفر علاوالدولہ ڪاڪويہ ڏي موڪليو، جو سلطان مجدالدولہ ديلميءَ جي طرفان اصفھان جو صوبدار ھو. اُنھيہ لکيائين تہ "مونکي حضور جي قدمبوسيءَ جو گھڻو شوق آھي. جي حضور مونکي گھرائيندو تہ آءٌ خوشيءَ سان اچي حاضر ٿيندس".

ابو طالب جي گھر ۾ گوشہ نشين ٿيڻ ڪري شيخ بوعليءَ کي ڪتابن لکڻ جو چڱو وجھ مليو. سندس جھونو شاگرد ابو عُبَيداللہ ا جا پاڇولي وانگي ساڻس لڳو آيو. ۽ اُھو هميشہ ھنکي تصنيف ۽ تاليف جي ترغيب ڏيندو رھندو ھو. علاوالدولہ ڏي خط موڪلڻ لاءِ بہ انھي صلاح ڏني ھيس ۽ انھيءَ جي صلاح تي شفا ۽ قانون جا ڪتاب بہ ھن پورا ڪيا ۽ علم حڪمت جو ڪتاب لکي اُھو بہ شفا ۾ داخل ڪيائين ۽ علم طبعيات ۽ الھيات جا مسودا پورا ڪري علم منطق جو ھڪڙو حصو بہ لکي انھيہ شامل ڪيائين.

تاج الدولہ جي پيءُ وٽ ھڪڙو امير تاج الملڪ

ڳالهه، جو هاڻي وٽس وزير مقرر ٿيو. اهو شيخ
جو جاني دشمن هو. تنهن تاج الدوله کي ڇوري
شيخ جي برخلاف ڪيو. ڇاڪاڻ ته "علاءالدوله
اوهانجي پيءُ جو وڏو دشمن هو، تنهنسان شيخ
بوعليءَ خط ڪتابت شروع ڪئي آهي، شايد
ڪنهن خرابيءَ جي پٺيان آهي. تنهن تي تاج الدوله
بدظن ٿي شيخ جي گرفتاريءَ جو حڪم ڏنو.
جاسوسن ڳولي هنکي ابو طالب عطار جي گهر وٽي
لڌو. هنکي گرفتار ڪري بروان جي قلعي ۾
وڃي قيد ڪيائون، جو بغداد کان ايڪيهن ميلن
تي آهي.

انهي قيد جي عرصي ۾ شيخ کي چڱي فرصت
ملي. ڪتاب شفا جا رهيل ڀاڱا به لکي انهيکي
مڪمل صورت ۾ آندائين ۽ ڪتاب هدايه ۽
حي بن لقمان وارو رسالو به لکيائين ۽ هڪڙو
قصيدو به لکيائين، جنهنجو هڪڙو بيت هي
آهي: (بيت) دخولي في اليقين کما اراه - وڪلّ
الشکّ في امر الخروج. (يعني مان مڪان ۾

منهنجو داخل ٿيڻ يقيني امر آهي، جيئن ڪ ڏسڻ ۾ ٿو اچي - ۽ هتان جي نڪرڻ بابت شڪ ئي شڪ آهي).

انهي وچ ۾ علاءالدّوله لشڪر وٺي تاج الدوله جي تنبيه لاءِ ڪاهي آيو. تاج الدّوله هنڪي سامهون ٿي نه سگهيو، تنهنڪري ڀڄي اچي بروان جي قلعي ۾ پناهه ورتائين، جتي شيخ اڳئي قيد پيل هو. علاءالدوله آسانيءَ سان همدان وٺي وري به تاج الدوله جو قصور معاف ڪري، اتان نڪري اصفهان ڏي هليو ويو. هنجي وڃڻ کان پوءِ تاج الملڪ وزير شيخ بوعليءَ کان معافي ورتي ۽ هنکي زور ڪري نئين پاڻ وٽ همدان ۾ رهايائين. شيخ هڪڙي علوي سيد جي گهر ۾ رهڻ لڳو. اتي ڪتاب شفا جي رهي کُهي اصلاح به ڪيائين ۽ دل جي بيمارين جي دوائن بابت هڪڙو رسالو به لکيائين.

ورهين جي خانه نشيني ۽ ڪتاب نويسيءَ جي مشغوليءَ ڪري شيخ جي دل منجهڻ لڳي

۽ سفر ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. صوفين جي
پوشاڪ ڪري، پنهنجو ننڍو ڀاءُ محمود ۽ پنهنجو
ڇهون شاگرد ابو عبيد الله ۽ هڪ ٻه نوڪر ساڻ
ڪري اصفهان ڏي منهن رکيائين ۽ اصفهان جي
ويجهو هڪڙي شهر طبرڪ ڏالي ۾ وڃي ساهي
کنيائين. جڏهن سلطان علاؤالدوله کي شيخ
جي اچڻ جي خبر پيئي، تڏهن هن پنهنجن اميرن
۽ وزيرن ۽ عالمن ۽ فاضلن کي سندس استقبال
لاءِ موڪليو ۽ شيخ جي سواريءَ لاءِ هڪڙو خاص
گهوڙو شاهي سنجن سان ۽ هڪڙي قيمتي خلعت
به موڪلي ڏنائين. انهي طرح وڏي عزت
۽ آبروءَ سان شيخ کي آڻي عبدالله بن ابي
جي گهر لاٿائون، جو اتي جو هڪڙو معزز ۽ دولتمند
ماڻهو هو ۽ سندس لاءِ پورو بندوبست رکيائون.
ٻئي ڏينهن علاؤالدوله دعوت ڏئي پاڻ وٽ
گهرايس ۽ اڳتي جي لاءِ حڪم ڪيائين ته
هر هفتي جمعي جي رات سڀ عالم فاضل ۽ فقير
اسان جي مجلس يا درٻار ۾ اچي حاضر ٿين ۽ سواءِ

علمي مناظره ۽ مباحثہ جي ٻي ڪا بہ ڳالھ
ڪا نہ ڪن.

انھي مجلس ۾ اڪثر ھيئن ٿيندو ھو تہ پھرين
شيخ بوعلي ڪو مسئلو پيش ڪندو ھو ۽ طلب
ڪندو ھو تہ پيا انھي بابت تقريرون ڏين؛ پر اڪثر
ڪنھنکي سندس آڏو جرات نہ ٿيندي ھئي ۽
پاڻئي انھي تي بحث ھلائي اعتراض پيش ڪري
جواب ڏئي اھڙي عمدي سمجھاڻي ڏيندو ھو،
جو انھي نسبت ۾ ڪنھنکي بہ شڪ باقي نہ
رھندو ھو.

علاوالدولہ جي انھي مجلس ۾ ابو حيان
منصور نالي مشھور اديب بہ ايندڙ ھو. ھڪڙي
رات انھي علم لغت جو ھڪڙو بحث چيڙيو. شيخ
پنھنجي علميت جي زور تي انھي تي بہ تقرير
ڪئي؛ پر اھڙي اثرناڪ نہ ھئي، ڇا لاءِ جو
ايستائين ھن انھي علم ڏي توجہ نہ ڪيو ھو.
تڏھن تي ابوحيان چيس تہ "اوھين بيشڪ علم فلسفہ
۽ حڪمت ۾ ڪمال رکو ٿا ۽ انھن بابت اوھانجو

قول پوري سند ٿي سگهي ٿي، مگر لغت جي علم ۾ خاص اهل زبان وارو عالم سند جهڙي حجت پيش ڪري سگهي ٿو، اوهانجي راءِ حجت ۽ سند ٿي نٿي سگهي." هيءَ ڳالهه شيخ کي الٻت ڏکي لڳي، اگرچه سچي هئي. انهي هوندي به شيخ انهي وقت کان وٺي علم لغت ڏي توجه ڪيو. پهرين ڪتاب تهذيب اللغت جو پڙهڻ شروع ڪيائين، جو ابو منصور ازهريءَ جي تصنيف هو. پوءِ ٻيا به کي لغت جا ڪتاب پڙهيائين. نيٺ انهي علم ۾ اهڙو ته ماهر ٿيو، جو سڀ اديب ۽ اهل لغت وارا هنکي اُستاد ڪري مڃڻ لڳا. ٽي قصيدو به لکيائين، جنهن ۾ پنهنجي ڪمال لغت داني ظاهر ڪيائين. ٻيو به ٽي رسالو لکيائين، جنهن ۾ ابن عميد ۽ ابن عباد ۽ ابواسحاق جا طريقا بيان ڪيائين ۽ اُهي پنهنجن اڳوڻن لکيلن ڪتابن ۾ شامل ڪري ڇڏيائين. پوءِ اُهو رسالو بادشاهه کي ڏئي عرض ڪيائين ته اهو ابن حيان کي ڏئي ۽ پڇي ته ڪنهجا ڪتاب مان

اهو ڪڙي قديم رسالي جو نقل آهي سو پڙهي انهيءَ مضمون مان اسانکي واقف ڪر. جڏهن هو ائين نہ ڪري سگهي، تڏهن پڌائجوس تہ اهو مدهنجو لکيل آهي، تيستائين نہ پڌائجوس.

انموجب بادشاه ابو منصور جيان کي اهو رسالو ڏنو ۽ سمجهائڻ لاءِ چيائينس. هن اهو رسالو اُٿلايو پٿلايو ۽ پڙهيائين، پر اُهو هنکي پوري طرح سمجهہ ۾ نہ اچي سگهيو. اتي شيخ بوعلي پاڻ بہ اچي نڪتو ۽ بادشاهہ کيس اُهو رسالو وٺي ڏنو. هن انهيءَ سمجهاڻي اهڙي عمدي طرح ڏني جو اُهي لغات ۽ محاورات سمجهاڻيءَ سميت پڌي ابو منصور حيران ٿي ويو. پوءِ خبر پيس تہ اهو نظم ۽ نثر خود شيخ جي تصنيف آهي. تنهن تي شيخ کان معافي گهريائين ۽ سندس لغت داني جو قائل ٿيو. سکهوئي پوءِ شيخ علم لغت جو ڏکڙو وڏو ڪتاب لکيو، جنهنجو نالو لسان العرب رکيائين.

انهي وقت ڌاري علاؤالدولہ شيخ کي

وزارت جو عهد و ڏنو. انهي عهدي هلائڻ واري وقت ۾ شيخ صبح جو سويل سجھ اڀرڻ کان اڳي اٿندو هو ۽ ڪي ڪتاب مطالع ڪندو هو. پوءِ درس جي مجلس ۾ وڃي وهندو هو، جتي سندس سڀ شاگرد اچي گڏ ٿيندا هئا. انهن جي اڳيان حڪمت جي علاحدن علمن تي ليڪچر يا تقريرون ڏيندو هو، جي هو ڏاڍي ذوق ۽ شوق سان ٻڌندا هئا. انهمان ڪي مشهور شاگرد هي هئا: بهمن يار، ڪياريمس، ابو منصور رزيلہ، عبدالواحد جرجاني، ابو عبدالله معصومي، سليمان دمشقي ۽ ٻيا. هڪڙيءَ رات جو ذڪر بهمن يار هيئن لکي ٿو تہ "ساري رات اسان عيش عشرت ۾ گذاري ڏينهن ڪري ڇڏيو هو. صبح جو درس جي مجلس ۾ اسين سڀ اچي گڏ ٿياسين تہ شيخ الرئيس اچي درس ڏيڻ ۽ تقرير ڪرڻ لڳو. اسانجا هوش حواس برابر نہ هئا. ڪنهين کي تقرير جو خيال يا فهم نہ رهيو. شيخ اسانجي منهن مان سهي ڪيو تہ

هي خيال سان نڪا پڙهن ۽ سمجهن. مون ڏي منهن
ڪري چوڻ لڳو ته "شايد رات اوهان پنهنجو
قيمتي وقت لهو ۽ لعب ۾ وڃايو آهي." اسان
سڀني اها ڳالهه قبول ڪئي. شيخ کي ڏاڍي
ڪاوڙ به آئي ۽ ڏک به ٿيس، اکين ۾ پاڻي اچي
ويس. ٿڌو ساهه کڻي چوڻ لڳو ته "افسوس ته
اوهانکي پنهنجي قيمتي عمر جو قدر ڪونهي ۽
علم جي تحصيل کان غافل ٿا رهو. هڪڙو
خسيس مزور يا ڪاسبي به رات ڏينهن پنهنجي
ڪم ۾ مشغول رهي ٿو ۽ محنت ڪري ٿو ۽
ڪماليت کي پهچي ٿو ۽ نالو ڪڍي ٿو. عجب
آهي ته اوهين پاڻکي شريف سڏايو ۽ علم وارا
چوايو ۽ هيئن اجايو وقت وڃايو. منهنجي نظر ۾
اوهين جاهلن کان به زياده جاهل آهيو، ڇالاءِ جو
هو پنهنجن فرضي ڪمن کان غافل ناهن." انهي
کان پوءِ سڀئي شاگرد پشيمان ٿيا ۽ اڳتي سنڀال
سان عبادت به پوريءَ طرح ڪندا هئا ۽ سبق به
برابر پڙهندا هئا."

درس جي مجلس ۾ وهڻ کان پوءِ شيخ
وزارت جي عهدي جو ڪم ڪندو هو. ۽ فرصت
وقت مطب ۾ به ويندو هو ۽ بيمارن جو علاج به
ڪندو هو. وڏا وڏا مريض پري کان علاج لاءِ
وٽس ايندا هئا. روايت آهي ته انهي وقت ڏاري
هڪڙي وڏي اميرکي ماليخوليا يا سودا ۽ خفقان جو
مرض اچي ٿيو. هنجي وهم ۾ اچي اها ڳالهه ويٺي ته آءٌ
ڍڳو ٿي پيو آهيان. سو ڍڳي وانگي پيو رنيندو
هو. جيڪو ويجهو ويندو هوس، تنهن تي ڪاهي
ايندو هو ۽ ٽَڪرن هڻڻ جي ڪندو هو. ڪن کي
ته ايذا به پهچايائين. ماڻهن کي چوندو هو ته آءٌ
ڍڳو آهيان، مونکي ڪُهي کائي وجو. هنجو
مرض وڌندو ويو ۽ کاڌو پيتو ڇڏي ڏنائين.
پيا طبيب علاج ڪري ٿڪا. جڏهن اها ڳالهه
علاؤالدوله تائين پهتي ۽ بيمار جي مائٽن هنکي
عرض ڪيو ته وزير صاحب کي علاج لاءِ چئي،
تڏهن هن شيخ کي سڏي علاج ڪرڻ لاءِ چيو.
شيخ هن مريض جي جاءِ تي ويو ۽ ساري حقيقت

پڇي معلوم ڪري هنجي مائٽن ۽ خدمتگارن
کي چيائين ته او هين هنکي ڇڏيو ته تون هاڻ برابر
ٿلهو متارو ٿيو آهين، توکي کُهڻ جو بند و بست
ٿا ڪريون ۽ قاصائيءَ کي گهرايو اٿئون. سگهوئي
پوءِ شيخ پاڻ به هڪڙي وڏي ڪاتي هٿ ڪٺي
آيو ۽ هنن کان پڇڻ لڳو ته اُهو ڍڳو ڪٿي آهي،
جنهنجي کهڻ لاءِ اوهان مونکي سڏيو آهي.
هي ٻڌي بيمار ڍڳي وانگر رنڀڻ لڳو. مائٽن به
چيو ته هي آهي. شيخ حڪم ڏنو ته هنکي هيڏي
ايوان ۾ وٺي اچو ۽ هٿ ٻڌ وس. هنکي اُڳڻ ۾
آڻي ليٽايائون ۽ هٿ پير ٻڌائونس. شيخ
ڪاتي روهيءَ تي لائي کُهڻ لاءِ سنبري آيو ۽
قاصاين وانگي پهرين هنجي ڪمر ۾ هٿ وجهي
ڏسڻ لڳو ته ٿلهو آهي يا ڪين. پوءِ چوڻ
لڳو ته هي اجا ڏٻرو آهي، کهڻ جو لائق ناهي،
هنکي گاهه ۽ ڏارو ڪاراني ٿلهو ڪريو ته پوءِ ذبح
ڪجيس. هي ٻڌي مريض به خوش ٿيو ۽ چڱيءَ
طرح کائڻ پيئڻ لڳو انهي لاءِ ته جلد ٿلهو ٿيان ته

ڪُسان. انهيءَطرح هڪڙي ڪاڏو ٻرڏيندا ويا ۽ انهيءَ سان گڏ دوا ٻہ ڏيندا ويا. سگهو ئي هو تندرست ٿيڻ لڳو ۽ نيت بلڪل اهو خيال لهي ويس. انهي ماڻهوءَ جا مائٽ توڙي علاوالدولہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سيدي شيخ جي تعريف ڪئي.

تاريخ الحڪماءِ ۾ آهي تہ اُنهن ڏينهن ۾ ڪتاب شفا جي مڪمّل ڪرڻ کان سواءِ منطق ۽ مجسطي ۽ اقليدس ۽ ارثماطيقي ۽ موسيقيءَ ۽ رياضي ۽ هيئت جا ٻہ ڪي ڪتاب لکيائين ۽ ڪنهن ڪي اضافا ڪيائين ۽ شڪليون گڏ يائين ۽ مسئلا ۽ بحث وڌائين ۽ شڪّ شبها لاٿائين. مگر اوستائين ڪتاب شفا ۾ حيوانات ۽ نباتات جا ڪتاب يا حصا شامل نہ ڪيا هئائين. سي تڏهن لکڻ شروع ڪيائين، جڏهن علاوالدولہ سان گڏ شاپور ڏي روانو ٿيو، جو شهر ايران ۾ شيراز جي ويجهو آهي. اصفهان ۾ رهندي هن ڪتاب نجات جو تصنيف ڪيو. وري جڏهن فساد بند ڪرڻ لاءِ علاوالدولہ همدان ڏي ويو،

تڏهن شيخ به ساڻس گڏ ويو. سندس شاگرد
ابو عبيدالله جو هميشه سندس صحبت ۾ رهندو
هو ۽ علم حاصل ڪندو هو، سو لکي ٿو ته "انهن
ڏينهن ۾ علاءالدوله جي مجلس ۾ علم نجوم جو
ذڪر هليو ۽ قديم رصدن جي ٺاهيل تقويمن ۾
چوڪون ظاهر ٿيڻ لڳيون، تنهنڪري امير
علاءالدوله شيخ کي پنهنجي هڪڙي رصد گاهه
ٺاهڻ جو حڪم ڏنو ۽ سرڪاري خزاني مان گهربل
رقم جي ڏيڻ لاءِ خزانچيءَ کي حڪم ڏنائين.
شيخ الرئيس مونکي انهيءَ انتظام لاءِ حڪم ڏنو
۽ هدايت لاءِ هڪڙو رسالو به لکيائين. مون
هڪدم بندوبست ڪيو ۽ ضروري اوزار ۽ ٻيو
سامان گڏ ڪيو. پر انهيءَ ڪم ۾ ورهه لڳي ويا.
شيخ کي به امير سان گڏ گهڻا سفر ڪرڻا پيا ۽
ٻيو ڪم ڪار سرڪاري ۽ ملڪي گهڻو ٿي پيو،
تنهنڪري شيخ کي انهيءَ ڪم تي ڌيان ڏيڻ
جي فرصت نه ملي؛ مگر انهي هوندي به حڪمت
جو ڪتاب، جنهنجو نالو علاءالدوله جي نالي پٺيان

علائم رکيائين، سو تصنيف ڪري ورتائين."

شيخ جي عادت هوندي هئي تہ مطالعہ ڪرڻ وقت ڪتاب شروع ڪان وٺي پڇاڙيءَ تائين نہ پڙهندو هو. پر مشڪل مشڪل ۽ چونڊيل هنڌ ڏسي ويندو هو، جنهن مان هنکي مصنف جي قابليت جي خبر پوندي هئي. انهي وقت ڌاري هن منطق جو ڪتاب مختصر اصغر لکيو، جو شيراز جي عالمن پڙهيو، پر انهي تي ڪي اعتراض لکيائون. اهي اعتراض هڪڙي رسالي جي صورت ۾ لکي ابوالقاسم ڪرمانيءَ ڏي هڪڙي خط سان ڏياري موڪليائون، جو هن شيخ کي ڏيکاريو. شيخ هنسان ڳالهيون بہ ڪندو ويو ۽ رسالي کي نظر مان بہ ڪيندو ويو. اهو سو منجهيءَ جو وقت هو. نماز عشا جي پڙهي پوءِ شيخ اُنهن اعتراضن جا جواب لکڻ ويٺو. آرڙهہ جا ڏينهن هئا. رات ننڍي ٿيندي هئي. اڌ رات لڙي هئي تہ هن سڀ جواب لکي پورا ڪيا. ابوالقاسم لکي ٿو تہ "صبح جو جڏهن آءٌ وري

شيخ وٽ آيس، تڏهن شيخ مصلّي تي ويٺو هو ۽ مصلي جي ڪنڊ هيٺان اهي لکيل جواب ڪڍي مونکي ڏنائين ۽ چيائين تہ شيراز جي عالمائن جي اعتراضن جا جواب مون جلدئي ۾ لکيا آهن، سي هڪڙي جوابي خط سان اُنهن ڏي ڏياري موڪل. جڏهن ابوالقاسم جو خط ۽ شيخ جو جوابي رسالو اُتي پهتو، تڏهن هو حيران ٿي ويا ۽ پنهنجي چوڪ جا قبولدار ٿيا ۽ سڀ اعتراض حل ٿي وين."

انهي کان پوءِ سگهوئي هڪڙو اتفاق ٿيو، جنهنڪري امير علاوالدّولہ ۽ شيخ بوعليءَ جي وچہ ناسازي، بلڪ دشمني پيدا ٿي. تڏهن شيخ اصفهان ۾ وزير هو. علاوالدّولہ هڪڙو سونو جڙائو ڪمربند ۽ هڪڙو سوني ۽ جڙائو ڳن وارو خنجر شيخ کي تحفي يا انعام طرح موڪليو. شيخ جي خيال ۾ اهو انعام سندس لاءِ نامناسب ۽ درجي ۽ شان کان گهٽ هو. تنهنڪري هن اهي ٻئي شيون پنهنجي هڪڙي غلام کي ڏئي

ڇڏيو ن ۽ هو اُهي پڌ ڻ ۽ ڪم آڏو لڳو . هڪڙي ڏينهن اتفاق سان علاو الدّولہ اُهي شيخ جي غلام جي ڪمر تي پڌل ڏٺا . انهيڪان پڇيائين . هن چيو تہ شيخ الرئيس هي مون تي عطا ڪيا آهن. انهي تي علاو الدّولہ کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ۽ غلام کي ڇينڀيائين . چاتائين تہ شيخ کي سندس عطيہ يا تحفي جو ڪوبہ قدر ڪونہ پيو . اراده ڪيائين تہ شيخ کي انهي بي ادبي ۽ گستاخيءَ جي ڪري مارائي ڇڏي . درٻارين مان هڪڙو ، جو شيخ جو دوست ۽ خيرخواہ هو ، تنهن شيخ کي انهي بابت اطلاع ڏنو . شيخ ڊپ کان ويس بدلائي اصفهان مان نڪري ٻيءَ شهر ۾ آيو . بکہ لڳي هيس ، سو ماني وٺڻ لاءِ بازار ۾ ويو . هڪڙي دڪان تي ماڻهن جو گوڙ ڏٺائين . وڃي ڏٺائين تہ هڪڙو جوان طبيب آهي ، سو بيمارن کي دوائون پيو ڏئي . اتي بيهي جيڪي انهي جوان طبيب چيو ٿي يا ڪيو ٿي ، سو پڌائين ۽ ڏٺائين . سندس بيٺي هڪڙي پوڙهي زال قارورِي يا پيشاب جي ٻاٽلي هٿ ۾

کٽي اُٿي آئي. طبيب اُها ڳالهه ڏسي هڪدم
چيو ته هي ڪنهن يهوديءَ جو قارورو آهي ۽ انهي
اچ جهڙ يا لسيءَ سان ماني کاڌي آهي ۽ ڪنهن
هيٺانهين جاءِ ۾ رهندو آهي. زال پڇڙ تي چيو
ته برابر ائين آهي. جڏهن انهي طبيب جي نظر
شيخ تي پئي، تڏهن انهيکي معتبر ماڻهو ڄاڻي سڏي
پنهنجي پاسي ۾ وهاريائين. جڏهن بيمارن کي
دوائون ڏئي فارغ ٿيو، تڏهن شيخ ڏي چڱيءَ
طرح نهاري چوڻ لڳو ته "آءٌ ڀانيان ٿو ته اوهين
شيخ بوعلي سينا آهيو ۽ امير علاوالدّوله جي
ڊپ کان ڀڄي هيڏي آيا آهيو." هي ڳڌي
شيخ کي اڳي کان به زياده عجب لڳو. آخرهن
شيخ کي دعوت ڏني، جا شيخ قبول ڪئي، ۽
هن سان گڏجي مهمان ٿي سندس گهر ويو.
جڏهن کائي پي ويٺا، تڏهن شيخ هنکان پڇيو ته
" اوهان ڪيئن سمجهيو ته هن يهوديءَ زال
واري شيشي ۾ يهوديءَ جو قارورو هو ۽ انهي جهڙ
پيتي هئي ۽ هيٺانهين واري هنڌ رهندڙ هو؟"

هن ورندي ڏٺي تہ اُنھيءَ ۾ ڪا بہ مشڪلات ڪا نہ ھئي. زال جڏھن پھراڻ مان ھٿ ٻاھر ڪيو، تڏھن سندس پھراڻ قيمتي ڏسڻ ۾ آيو ۽ انھي تي ڏڏ جو داغ بہ ڏسڻ ۾ آيو ۽ ٻي پليتيءَ جو بہ نشان مٿس ھو. انھي مان سمجھيم تہ اھا ڀوڳڻ زال آھي ۽ خبر ھيم تہ يھودين جو محلو شھر جي ھيٺانھينءَ ۾ آھي." وري شيخ پڇيس تہ "منکي ڪيئن سڃاتو؟" تنھن تي ھن چيو تہ "مون اوھانجي فضل ۽ ڪمال جي تعريف تہ اڳئي ٻڌي ھئي. اوھانجي منھن مان بہ اھڙي ڳالھ معلوم ٿي ٿي. منکي خبر ھئي تہ امير علاوالدولہ اوھانکي پاڻ کان پري رکڻ وارو ناھي، تنھنڪري شايد اوچتو رنج ٿيڻ ڪري اوھين ڀڄي نڪتا آھيو." ھيترو بہ وڌيڪ چيائين تہ "منھنجي عقل ۾ اچي ٿو تہ علاوالدولہ اجا بہ اوھان کي ڪين ڇڏيندو، ضرور اوھان کي گھرائي ساڳي عزت آبرو ڏيندو. جڏھن اوھين وري وزير ٿيو، تڏھن منکي ياد ڪجو ۽ منھنجي

سفارش ڪري موان کي بهنجو مصاحب ڪرائجو."
آخر ٿيو ته ائين . ٿورن ڏينهن کانپوءِ علاءالدّولہ
جا ڪي خاص ملازم هڪڙي خلعت ۽ بيش بها
تحفو کڻي آيا ۽ سندس ياران عذرخواهي ڪيائون ۽
ساڳيءَ وزارت جي عهدي جي درخواست ڪيائون.
انموجب شيخ سڀري وري اصفهان ڏي
روانو ٿيو ۽ انهي جوان طبيب کي به پاڻ سان
وٺي ويو ۽ امير وٽ هنجي تعريف ۽ سفارش
ڪري هنکي مصاحب ڪرايائين ۽ پاڻ اڳي وانگي
وزارت جي ڪم ڪار ۾ مشغول رهيو . هو جوان
بادشاه کي عجيب ۽ عمدا لطيفا ۽ نڪتا پڌائي خوش
ڪندو هو ۽ اُهي پڏي سڀ امير ۽ نديم هن جي
تعريف ڪندا هئا ۽ عجب ۾ پوندا هئا .

نقل آهي ته اڪثر بيمار شيخ جي درجي
ياهران اچي ڪٺا ٿيندا هئا ۽ پنهي پاسي صفون
هڻي ويهي رهندا هئا . شيخ پهرين هڪڙي صف
وارن کي ڏسندو دوا جو حڪم ڏيندو ويندو هو
۽ موٽندي ٻي صف وارن بيمارن کي ڏسندو هو.

فقط منهن ۾ اکيون ڏسندو هو. ڪڏهن ڪڏهن
نبض به ڏسندو هو. پيو ڪي به ڪين ڳالهائيندو
يا پڇندو هو. اڪثر سيني کي ڏٺل دوا مان فائدو
ٿيندو هو. جنهن کي فقط ڏسي هليو ويندو هو ۽
دوا نه ڏيندو هو، تنهنکي سمجهبو هو ته لاعلاج
مرض ڪري دوا نه ڏيندو هو ۽ انهيکي موت لاءِ
تيار رهڻو ٿيندو هو. هڪڙي پيري هڪڙي بيمار
کي ڪنهن صفه ۾ ڏسي مات ڪري هليو ويو ۽
دوا ڪا نه ڏنائينس. انهي ويچاري پڪ سمجهيو
ته آءٌ مرڻ وارو آهيان، تنهن ڪري منهنجو علاج
نه ڪيائين. هو نا اُميد ٿي گهر ويو. دل ۾ چيائين
ته جڏهن نيٺ مرڻو آهيان، تڏهن ڇو عذاب پيو
ڪاٽيان، جيترو جلد مران اوترو بهتر. انهي ڳالهه تي
هو ته پري ڪان پٽ جي هڪڙي ٽُنگ مان هڪڙو
ڪارو نانگ نڪتو ۽ پاسي ۾ پيل هڪڙي کير جي
ٿانو ۾ منهن وجهي ٿورو کير پي وري انهي ۾ قي
ڪري هليو ويو. هن بيمار خيال ڪيو ته ڇو نه
اهو نانگ جو پيتل زهري کير پي جلدي جان ترڪ ڪري

مري وڃان. وڃي ائين ڪيائين، پر مڃو ڪين.
آتلندو ڏين ٽن ڏينهن ۾ بلڪل چڱو ڀلو ٿي پيو.
ٻئي ڏينهن وري به وڃي شيخ جي بيمارن واري
صف ۾ ويهي رهيو. جڏهن شيخ وٽس آيو ۽ هن
کي سڃاتائين ۽ چڱو ڀلو ڏٺائينس، تڏهن حيران
ٿي ويو. پڇيائينس ته توکي ڪاري نانگ جي
ڦيءَ ڪٿان هٿ آئي هوندي، جو انهي
کان سواءِ تنهنجي مرض جي ٻي دوا ڪا نه هئي
۽ انهي جو ملڻ البت ناممڪن هو؟ هن سارو حال
بيان ڪري ڏنايس.

تاريخ نگارستان ۾ لکيل آهي ته جيتوڻيڪ
شيخ بو علي سيني علمن ۾ اُستاد هو ۽ بحثن ۽
تقريرن ۾ وڏن وڏن قابلن کي چُپ ڪرائي
ڇڏيندو هو، تڏهن به هڪڙي ڀيري هڪڙي
خسيس جهاڙو وال هنکي چُپ ڪرائي ڇڏيو.
وزيريءَ جي ڏينهن ۾ هڪڙي ڀيري هو وڏي
تجمّل سان رستو ڏيو لنگهيو ٿي ويو. هڪڙي

ڀاريدار کي ڏٺائين ته ڀاري به پيو ڏئي ۽ هي بيت به پيو پڙهي: (بيت)

گرامي داشتم اي نفس ازانت۔
که آسان بگذرد بردل جهانت.

(يعني اي نفس، آءٌ توکي انهيڪري ٿو عزيز رکان ته دنيا جي حالتن جو کو به بار تنهنجي دل تي نه ٿئي.)

هنجو هي بيت ٻڌي شيخ کلي هنکي ٽوک طرح چوڻ لڳو ته "برابر، نفس کي اهڙيءَ عزت ڏيڻ گهرجي جهڙي تون ٿو ڏين، جو انهيکي اهڙي خسيس ڪم ۾ لڳايو اٿئي ۽ پنهنجي عمر عزيز اهڙن نيچ ڪمن ۾ وڃائڻ کي فخر ۽ خوشيءَ جو سبب ٿو سمجهين."

ڀاريدار ڏري ٿائين پنهنجو هٿ جهلي جواب ڏنو ته "سائين همت ۽ جرات جي نظر تي ڪهڙي به خسيس ڏنڌي ۾ ڪمائي ڪري ماني کائڻ انهي کان سؤ دفعا بهتر آهي جو ڪنهن ٻئي جي خدمت چاڪري ڪرڻ ۽ انهيجي احسان جي بار سر تي کڻڻ

سان عمر گذارجي. شيخ هي جواب ٻڌي لاجواب ۽ شرمند ٿيو ۽ جلد جلد آتان لڪي هليو ويو.

تواريخن مان معلوم ٿيندو ته جڏهن سلطان محمود غزنوي عراق عجم فتح ڪري رهيو، تڏهن سلطان مجدالدوله ديلميءَ کي گرفتار ڪري غزنيءَ ڏي ڏياري موڪليائين. هي ٻڌي ابو جعفر علاوالدوله ڪاڪويه، جو انهي سلطان جي طرفان اصفهان ۾ نواب يا صوبه دار هو، سو ڊپ کان فارس ڏي ڀڄي ويو. سلطان محمود ري ملڪ فتح ڪري عراق جي صوبه داري پنهنجي پٽ مسعود کي ڏني ۽ پاڻ غزنيءَ ڏي هليو ويو. علاوالدوله مصلحت چاڻي پنهن جي پٽ جي هٿان گهڻائي عمدا تحفا سلطان مسعود ڏي ڏياري موڪليا. انهي ڪري سلطان هنجو قصور معاف ڪيو ۽ اصفهان جي حڪومت وري به ساڻس حوالي ڪيائين. شيخ بوعلي وري به ساڻس وزير ٿي رهيو ۽ وري به چڱي انتظام ۽ تجويز جي ڪري ملڪ بهتر حال ۾ آيو ۽ علاوالدوله خود مختار هئڻ جي دعوا ڪرڻ

لڳو. جڏهن سلطان مسعود کي اها خبر پهتي
تڏهن هڪڙو وڏو لشڪر وٺي اصفهان تي ڪاهي
آيو. علاؤالدولہ همت نہ ساري نڪري شاپور
جي رستي ماهواز ڏي هليو ويو. سلطان مسعود
اصفهان ۾ اچي علاؤالدولہ جي پٽ کي گرفتار
ڪيو. پنهنجي سرپرست امير جي خاندان جي
عزت بچائڻ لاءِ شيخ بوعلي همت جهلي سلطان
مسعود کي صلاح ڏني تہ جيڪڏهن علاؤالدولہ جي
پٽ سان ڪنهن شادي ڪندؤ تہ علاؤالدولہ
خوشيءَ سان اصفهان اوهانکي ڏيئي ڇڏيندو.
اها راءِ سلطان کي پسند آئي ۽ هن انهي بيبيءَ سان
نڪاح ڪيو ۽ پنهنجن ٻين حرمن کان انهيءَ کي
زياده عزت ڏيڻ لڳو. پوءِ تہ اصفهان وٺڻ جي
بدران پاڻ اُهو علاؤالدولہ کي موٽائي ڏنائين.
ڪجهہ عرصي گذرڻ کان پوءِ وري ڪن شرير
ماڻهن سلطان کي چوريو ۽ چوڻ لڳا تہ علاؤالدولہ
کي جنگ ڪرڻ جو خيال آهي ۽ انهي لاءِ ڳجهي
طرح تياريون پيو ڪري. هيءَ خبر ٻڌي سلطان

مسعود ڏانهن ڪاوڙيو ۽ علاءالدولہ کي لکي موڪليائين تہ "تون جنهن جي خام خيال ۾ آهين گذر ڪر ۽ پنهنجي عزت جي پٺيءَ پو. نہ تہ آءٌ تنهنجي پيٽ کي طلاق ڏيئي هڪڙي ادني سپاهي کي ڏئي ڇڏيندس." هن خط پڙهڻ سان علاءالدولہ کي باهہ وٺي وئي. شيخ کي چيائين تہ تون منهنجي طرفان مناسب جواب لک. شيخ دستوري آداب ۽ القاب کان پوءِ هيئن عرض ڪيو تہ "علاءالدولہ جي دشمن ۽ چغلخورن حضور کي ڪوڙيون ڳالهيون پڌايون آهن، نہ تہ حقيقت ڪري هن پاسي اهڙو ڪو بہ خيال ڪونهي. باقي بي بيءَ جي نسبت ۾ معلوم هجي تہ جيستوڻيڪ اُها علاءالدولہ جي پيٽ آهي، تڏهن بہ طلاق ڏنل زال اوهانجي سڏبي. زال جو ننگ جهان ۾ مڙس کي ہوندو آهي جي تہ پاهہ کي. آئنده اختيار حضور جي." هي خط پڙهي سلطان مسعود کي علاءالدولہ جي نسبت خاطرجمعي ٿي ۽ پڪ ٿيس تہ ہوارن جي حرڪت آهي. انهيءَ نظر ڏان لاهي ڇڏيائين ۽ علاءالدولہ

جي عزت اگي والگي قائم رکيائين ۽ سندس پيڻ کي زياده پيارو رکيائين.

سگهوئي پوءِ سلطان محمود غزنويءَ وفات ڪئي ۽ سلطان مسعود ٽڪرو ٽڪرو غزنيءَ ڏي ويو ۽ پٺيءَ جاءِ تي ويٺو ۽ ابوسهيل همدانيءَ کي عراق جو صوبيدار مقرر ڪري موڪليائين، جنهن وڃڻ سان علاءالدوله کي ستايو. انهيڪري ٻنهي جي وچ ۾ جنگ لڳي. ابوسهيل فتحياب ٿيو ۽ اصفهان ۾ اچي گهڙيو. ڦرلٽ ۾ گهڻيون ئي ڪمياب ۽ قيمتي شيون تباهه ٿي ويون. شيخ بوعليءَ جا گهڻائي ڪتاب ناس ٿي ويا ۽ سندس ورهن جو پورهيو چٽ ٿي ويو. علاءالدوله وري پيو لشڪر گڏ ڪري ابوسهيل سان اچي وڙهيو ۽ هن دفعي فتحياب ٿيو ۽ اصفهان ۾ خودمختار حاڪم ٿي ويهي رهيو. شيخ بوعليءَ کي ٻيهر پنهنجون تصنيفون گڏ ڪرڻ ۽ سدارڻ ۽ وري لکڻ جو وجهه مليو.

انهي وقت ڌاري مشهور اُستاد ابوريحان بيرونيءَ علم طبعيات جا ارڙهن مسئلا جن ۾

ارسطوءَ تي كي اعتراض آندل آهن، تن تي كي سوال اُٿاريا، ۽ اُهي هڪڙي رسالي جي صورت ۾ وجهي شيخ ڏي ڏياري موڪليائين. شيخ انهن جي جواب لاءِ پنهنجي شاگرد ابو عبيدالله معصوميءَ کي چيو. شيخ پهرين اهي اعتراض بخوبي جانچيا ۽ پوءِ انهنجي جوابن ڏيڻ لاءِ ابوعبيدالله کي چيائين. پاڻ ماٺ ۾ رهيو. ڪن ڏينهن کان پوءِ ابوريحان وري ٻيو خط تاڪيد جو شيخ ڏي لکيو. شيخ سمجهيو ته هنجي خيال ۾ آهي ته آءٌ انهن جوابن ڏيڻ کان عاجز ٿيو آهيان، تنهنڪري دير ڪئي اٿم. آخر پاڻ قلم کڻي ويهي انهن جا جواب لکڻ لڳو. شروع ۾ دير جو سبب اهو ڏنائين ته دير ڪرڻ قصور جي ڳالهه ناهي. مون انهن سوالن جي جوابن جي لکڻ لاءِ پنهنجي شاگرد ابو عبيدالله کي چيو هو ۽ مون ڄاتو ته هن لکي موڪليا هوندا.* پوءِ انهن ارڙهن ئي اعتراضن ۽ سوالن جا مفصّل جواب لکيائين ۽ انهن لاءِ عمدا عمدا دليل ۽ مثال

ڏنائين. پڇاڙيءَ ۾ لکيائين ته ”اوهانجي سوالن جا جواب مون هي لکيا آهن، جي انهن مان ڪو اوهانجي سمجهه ۾ نه اچي ته مونکي خبر ڏجو ته زياده چٽائيءَ سان لکي موڪليندس“. جڏهن اهو رسالو ابو ريحان وٽ پهتو، تڏهن هن اُهو سارو پڙهيو. پر پڇاڙيءَ وارو جملو هنکي ڏاگوار گذريو، تنهنڪري وري انهي جواب جو جواب لکيائين ۽ شيخ کي ناشائسته ۽ غير مهذّب لفظ ڳالهايائين. ڪٿي ايها الشاب (يعني اي جوان) لکيائين، ڪٿي ايها الفتي الفاضل (يعني اي فاضل مرد). پر شيخ انهي خط جو ڪو به جواب ڪونه ڏنو.

شيخ بو علي سينا جا جيڪي علمي بحث شيخ ابو سعيد ابوالخير، ابو ريحان بيروني، ۽ ڪن ٻين فاضلن ڪاملن سان هليا، يا جيڪي هن ابو عبيد الله ۽ پنهنجن ٻين شاگردن کي سيکاريو، تنهنجو مفصل احوال ڏيڻ ضروري هو، جو انهمان شيخ جا رايا ۽ خيال جدا جدا علمن ۽ حڪمتن بابت معلوم ٿين ها، پر انهي ڪري

ڪتاب وٺي ٿي پوندو ۽ فقط ڪن خاص ماڻهن
کي انهيءَ مان لذت ايندي، ڇوته ڪي اهي
پڙهي ٿا ڄاڻن. ۽ هاڻي هتي سندس پڇاڙيءَ
جي ڏينهن جو احوال ٿو ڏجي.

ڪن مؤرخن لکيو آهي ته شيخ کي زالن
سان گهڻي اُلفت هوندي هئي ۽ مباشرت جو
گهڻو شوق هوندو هوس. انهيءَ ڪري پيريءَ کان
اڳي هو ضعيف ٿيڻ لڳو. جنهن سال ۾ علاؤالدوله
ماوراءُ النهر ڏي ويو، انهيءَ لاءِ ته باب الڪرخ ۾
ابن فارس سان لڙائي ڪري، انهي ۾ شيخ کي
قولنج جو مرض ٿيو، جنهن ڏاڍو هلاڪ ڪيس.

هڪڙي پيري ته اهڙي سختي ٿيس، جو
هڪڙي ڏينهن ۾ اٺ دفعا پاڻ کي حقنو ڪيائين.
پر انهيءَ علاج ڪري پاڻ سندن آندن ۾ زخم ٿي
پيا. انهيءَ وچ ۾ علاؤ الدوله کي ايذج جي ملڪ
ڏي وڃڻو ٿيو، جو اصفهان ۽ خوزستان جي وچ ۾
آهي. شيخ کي به ساڻس وڃڻ لاچار ٿيو، عذريا
انڪار ڪرڻ مناسب نه ڄاتائين. رستي ۾ وري

اوچتو صرع يا مرگهيءَ جو اثر اچي ٿيس، جو ڪڏهن ڪڏهن قولنج ۾ ٿي پوندو آهي. علاج ڪرڻ سان انهي کان ته ڇٽو، پر پوءِ آندن جي زخمن جي علاج لاءِ مٿو هڻڻ لڳو. انهي لاءِ هڪڙي خاص قسم جو حقنو تيار ڪرايائين ۽ انهي ۾ ٻاد ڀيڄڻ لاءِ ڪرفس جي ٻج جا اٽڪل ٻه دانگ وجها يائين، پر سندس نوڪر، جي انهي ڪم ۾ هئا، تن ڄاڻي ٻجهي يا سهو کان پنج دانگ وڌا، جنهنڪري کائڻ سان آندن جا زخم زياده خراب ٿي پيا. في الحال شيخ فقط مرگهيءَ جي روڪڻ لاءِ مثرو ديطوس جي معجون کائڻ شروع ڪئي. انهي ۾ سندس ماڻهن آفيم جو وزن زياده وڌو، جنهنڪري سندس حالت خراب ٿي پئي. لاچار هنکي گاڏيءَ ۾ وجهي اصفهان آندائون. ضعف روز بروز وڌڻ لڳس ۽ هلڻ چلڻ دشوار ٿيس. قوّت جي دوا پنهنجي هٿ سان ئاهي استعمال ڪرڻ لڳو. ذرو بهتر ٿيو ۽ ڪڏهن ڪڏهن علاوالدولہ وٽ به اچڻ لڳو، پر مرض ڇڏيس ڪين، وارا ڏئي اچڻ لڳس.

انهي وقت علاءالدولہ کي همدان ڏي وڃڻ ضرور ٿيو، سو شيخ کي به پاڻ سان وٺي ويو. همدان ۾ پهچڻ کان پوءِ شيخ کي يقين ٿيو ته مرض سان مقابلو ڪري نه سگهندو ۽ ضعف وڌندو ويس. تنهنڪري دوا وٺڻ اصل بند ڪري ڇڏيائين. وڏيڪ جيئڻ جي اُميد لاهي اُٿي غسل ڪيائين ۽ پنهنجو مال خيرات ڪيائين ۽ جيڪي غلام وٽس هئا تنکي آزاد ڪيائين ۽ پوءِ پاڻ خدا جي ياد گيريءَ ۾ مشغول رهڻ لڳو. اڪثر قرآن مجيد جي تلاوت ڪندو هو. سگهوئي سندس آخرين وقت اچي پهتو ۽ دم ڏنائين. چون ٿا ته مرڻ کان اڳي هي شعر گهڻو ٿي پڙهيائين: (بيت) نه وَت وليس منا حاصلٌ ـ سوي علمنا انه العلم (يعني اسين مرون ٿا ۽ جيڪو علم حاصل ڪيو اٿئون، تنهنکان سواءِ اسان پنهنجي ڪين ڄاتو.)

مطلب ته مشهور قول موجب سنه ۴۲۷ هه جي رمضان مهيني جي پهرين تاريخ جمعي جي ڏينهن شيخ بو علي سينا وفات ڪئي. قاضي

نور الله نکشتري ۽ ڪن ٻين مؤرخن جو بيان آهي
ته سنه ٤٢٦ ھ ۾ سندس انتقال ٿيو. هو همدان
شهر جي ڏکڻ پاسي دفن ڪيو ويو. سندس
نسبت ۾ قطعو مشهور آهي، جنهن مان سندس
ولادت ۽ علم جي تحصيل ۽ وفات جو سال ابجد
جي حساب سان ٿو نڪري.

(قطعه) حجته الحق بوعلي سينا

در شجع آمد از عدم بوجود
در شعا کسب کرد کلّ علوم
در تکز کرد ازين جهان پدرود

مگر حبيب السير جي راءِ آهي ته شيخ جي
عمر شمسي سالن جي حساب سان ٦٣ ورهه ۽ ٧ مهينا
هئي. انهيءَ جي تائيد ۾ ٻين ڪن جا به قول آهن.
انهن مان هڪڙو هي به آهي ته جنهن زماني ۾ هن
امير نوح ساماني جو علاج ڪيو هو، تنهن هنجي
عمر تيرهن ورهن جي هئي. پر خيال ۾ اچي سگهند و
ته اهڙي ننڍي عمر واري ماڻهوءَ تي ڪنهنجو به
پورو اعتماد ۽ اعتقاد نه رهي سگهندو. ٻيو هي ته

هنجي تصنيفات ۽ تاليفات بہ اڪثر ننڍي عمر ۾ بيان ڪندا آهن. اگرچہ اها ڳالهہ ممڪن آهي ۽ محال ناهي، تڏهن بہ عام عادت جي برخلاف آهي. تنهن ڪري سندس ولادت ٣٧٣ هہ جي بدران ٣٦٣ هہ زيادہ صحيح ۽ ممڪن ٿي ڏسجي ۽ انهي لاءِ مٿئين بيت ۾ شجع جي بدران شجس هئڻ کپر جي.

شيخ جي وفات کان پوءِ ابو ريحان بيروني شيخ جيڪو ارڙهن سوالن جي نسبت ۾ رسالو لکيو هو، جنهن جو مٿي ذڪر آيو آهي، تنهنجي رد ۾ هڪڙو رسالو لکي شيخ جي پس ماندن ڏي ڏياري موڪليو. شيخ جي شاگرد ابوعبيدالله معصومي پاڻ جوابن جو رد لکيو. انهن سيني سوالن ۽ جوابن جي گڏي لکڻ سان هڪڙو وڏو ڪتاب ٿي پيو آهي، جو اصفهان ۾ موجود آهي.

شيخ بو علي سينا جي مذهب ۽ عقيدن بابت گهڻئي رايون آهن، مگر سندس شعرن مان اُهي آسانيءَ سان معلوم ٿي سگهن ٿا. شيخ سني نہ هو شيعو هو.

(رباعي) تا بادهٔ عشق در قدح ريخته اند
واندر پيء عشق عاشق انگيخته اند
باجان و روانِ بو علي مهر علي
چون شکّر و شير با هم آميخته اند
(ايضًا) بر صفحهء چهره قدرتِ لم يزلي
معکوس نوشته است نام دو علي
يک لام و دو عين باد و ياءَ معکوس
از حاجب عين وانف باخطّ جلي
قاضي نور اللّه جي راءِ آهي ته سُنّت جماعت وارا ئي آهن، جي شيخ کي کافر سڏيندا هئا، جيئن شيخ جي هن رباعيءَ مان معلوم آهي.
(رباعي) کُفرِ چو مني گزاف وآسان نبود
محکم تر از ايمانِ من ايمان نبود
در دهر يکي چو من شد آن هم کافر
پس در همه دهر يک مسلمان نبود
ابن خلڪان ڪمال الدين يُونس کان روايت ڪئي آهي ته علاءالدّوله شيخ کي قيد ڪري پيرن ۾ زنجير وجهي قيد خاني ۾ رکايو،

جتي هو مري ويو، جيئن هيٺين عربي شعر مان ظاهر ٿو ٿئي.

(شعر)

رَوَيتَ ابن سِينا مجادي الرِّجالِ
وفي الحبس مات اخَسّ المماتِ
فلم يَشفِ ماناَبهٗ بالشفاءِ
ولم ينجِ من موته بِالنجاتِ

(يعني ڏٺو ويو ته ابن سينا، جو ماڻهن سان مناظرو ڪندو هو، سو قيد ۾ ذليل حال ۾ مري ويو. نڪي سندس ڪتاب شفا مان کيس شفا ملي ۽ نه سندس ڪتاب نجات مان کيس نجات ملي يعني ڇوٽڪارو.)

پر خرزمجي ۽ قطب الدين لاهجي ۽ ٻيا ڪي تاريخ نويس مٿين ابن خلڪان واري ڳالهه صحيح نٿا ڄاڻن ۽ ڪمال الدين يونس جي روايت غير مستند ۽ غير معتبر ٿا ڄاڻن.

شيخ بو علي سينا گهڻن علمن ۾ عالم فاضل ڪامل ته هو، پر شعر ۾ به ڏاڍو هشيار هو. سندس

عربي ۽ فارسي شعر تمام گهڻا آهن. نموني لاءِ ڪي ٿورا هتي ڏجن ٿا:

(شعر)

تدب النفس با لعلوم لترقي
وذا لكل فهي لِلكُلَ بيتِ
انما النفس كالد حا جتہ والعلم
سراجٌ و حكمت المرء زَيتِ
فاذا اشرقت فَاِنک حي
فاذا اطلت فانک مَيتِ

(يعني علم ۽ فضل حاصل ڪرڻ سان نفس جي تهذيب ۽ ترقي ڪرڻ گهرجي ۽ انهي ڪانسواءِ ٻي سڀڪا شيءِ ڇڏي ڏيڻ گهرجي، ڇا لاءِ جو علم بذات خود هڪڙو عمده وگهر يا مجموعہ آهي. تحقيق نفس آرسيءَ جي مثال آهي ۽ علم هڪڙو ڏيو آهي ۽ ماڻهوءَ جي حڪمت تيل آهي. جڏهن اهو ٻري ٿو، تڏهن سمجهڻ گهرجي ته ماڻهو جيئرو آهي ۽ جڏهن اهو اُجهامي ٿو، تڏهن سمجهڻ گهرجي ته، اُهو مئل آهي.)

( شعر )

عجباً لقد ريحسد وان فضايلي
مابين عيالي الي عذابي
عابوا اعلي فضلي وذموا حكمتي
واستوا من نقصهم وكمالي
اني وكيدهم وماعابوا به
كالطود لحضر نطحه لا دغال
واذا الفتي عرف اشر شاد لنفسه
هانت عليه ملامة الجهال

( يعني مونکي پنهنجن عيب چيندڙ ياحاسدن تي ڏاڍو عجب ٿو لڳي، جو هو منهنجن فضيلتن تي حسد ٿا ڪن ۽ انهيڪري منهنجي حڪمت کي ذليل ٿا ڄاڻن. پر هو منهنجي ڪمال کان ۽ پنهنجي گهٽتائي يا نقصان کان ڊڄن ٿا. حقيقت ڪري هنن جي بدگوئي منهنجي فضل ۽ ڪمال جي نسبت ۾ اهڙي آهي جهڙو ڄهنگ جون ڪريون پنهنجن سڱن سان جبل کي اکيڙي ڇڏين. پر جڏهن ماڻهو کي پنهنجي علم ۽ اخلاق جي پوري خبر پوي ٿي، تڏهن جاهلن جي ملامت کان هنکي ڪو به رنج نٿو ٿئي.)

فارسي شعر جو نمونو هيءَ آهي:

پهرين شراب بابت (قطعه يا غزل)

غذاءِ روح بود بادهٔ رقيق الحق
کہ رنگ وبو کنداز رنگ وبوءِ او گل دق
عقيق گونہ ويا قوت رنگ و لعل صفت
زبوش عنبر ومشک و گلاب بُرده سبق
برنگ رنگ زدايد زجان اندهگين
همائي گرده اگر قطرهٔ خورد رونق
زسلسبيل بسي مشکبار ترگوئي
زآب چشمهٔ حيوان بر آمده مطلق
خراب آن مئ صافم کہ از رخ خوبان
بر آورده بد و جرعہ هزار قطره عرق
شراب را چہ کند گرچہ ابلهي نخورد
زبان بهرزه پر دوست ماسح وورق
حلال بر عُقلا و حرام بر جهلا
حرام گشتہ بفتوي شرع بر احمق
بطعم تلخ چو بيعد بد رد ليک مفيد
بنزد باطل مبطل بنزد دانا حق

چو بوعلي مئ صاف ار خوري حكيمانه

بحقّ حق كه بگيرد همه وجود حق

(ايضاً قطعه) زمنزلات هوس گر برون نهي قدمي

نزول در حرم كبريا تواني كرد

وليك اين عمل رهروان چالاك است

تو نازنين جهاني كجا تواني كرد

(رباعي) مائيم وبلطف تو تولاّ كرده

وازنيك و بد خلق تبرّا كرده

آنجا كه عنايت تو باشد باشد

ناكرده چو كرده كرده چون ناكرده

انهي رباعيءَ جي جواب ۾ ابو سعيد هيءَ رباعي چئي:

اي نيك نكرده و بديها كرده

انگه بخلاف خود تمنّا كرده

برعفو مكن تكيه كه هرگز نبود

ناكرده چو كرده كرده چون ناكرده

(رباعي) با اين دو سه نادان كه چنين ميدانند

ازجهل كه دانائي جهان ايشانند

خرباش كه اين جماعت ازفرط خري

هرگونه خواست کافرش مي داند

(رباعي) از قعر گِل سياه تا اوج زحل
کردم همه مشکلات عالم را حل
بيرون جستم زقيد هر مکر و حيل
هر بند کشوده شد مگر بند اجل

ظاهر آهي ته هيءُ پوئين رباعي مرط جي وقت کان اڳيرو چئي اٿس.

پڇاڙيءَ ۾ اسين شيخ بو علي سينا جي تصنيفات ۽ تاليفات جو تفصيل ڏيندا سين، جنهن کن ڪتابن جو ذڪر مٿي به آيو آهي.

## (ا) بخارا ۾ لکيل ڪتاب.

١- ڪتاب مجموعہ يا حڪمت عروضيہ جو هن شيخ ابوالحسن عروضيءَ جي چوڻ تي لکيو. علم حڪمت ۾ هنجو اهو پهريون ڪتاب آهي. لکڻ وقت هو ايڪيهن ورهن جو هو.

٢- حاصل و محصول- جنهنجا ايڪيهہ جلد آهن. ابو بڪر برقيءَ جي چوڻ تي اهو لکيو ويو.

٣- البر والاثم-ٻہ جلد- علم اخلاق ۾- هي بہ ابو بڪر برقيءَ جي چوڻ تي لکيائين.

٤- لغات سديد ۾- طبّ جي اصطلاحات ۾- پنج جلد- امير نوح بن منصور ساماني‌ءَ جي نالي تي موسوم ڪيو ويو.

٥- رسالءِ مبسوطي- علم موسيقيءَ ۾- ابو سهل مسيحيءَ جي لاءِ لکيائين.

٦- رسالہ في علم درايت- هي بہ ابو سهل لاءِ لکيائين.

٧- قواءِ طبعيہ- ابو سعيد يماميءَ جي نالي موسوم ڪيائين.

٨- قصيدۂ منطق عربي- مامون شاه خوارزم جي وزير ابوالحسن سهليءَ جي نالي ڪيائين.

٩- علم ڪيميا- جنهن ۾ آسماني صورتن جي هيئت جو بيان آهي. هي ابوالحسن سهليءَ جي نالي آهي.

١٠- ڪتاب تدارڪ- جنهن ۾ طبيب جي معالجن ۾ چوڪن ڪرڻ جا سبب ڏنل آهن. هي بہ ابو الحسن سهليءَ جي نالي موسوم آهي.

١١- رسالءِ نبض- فارسيءَ ۾ لکيل آهي جو

عقيدالدّولہ جي فرمائش موجب لکيل آهي. پر اها چوڪڻي ڏسجي. شايد اهو مجدالدّولہ يا شمس الدّولہ آهي، ڇالاءِ جو عقيدالدّولہ تہ شيخ جي جنم کان ڪ ورهہ اڳي مري ويو هو.

**اشارو.** ڪتاب نمبر ٩ علم ڪيميا جي بابت فرانس جي مورّخن لکيو آهي تہ انهي ۾ شيخ گهڻيون ئي عجيب غريب ڳالهيون لکيون آهن. مثلاً سنگ مثانہ يا پٿريءَ جي نسبت ۾ قديم حڪيمن جا قول ڏنا اٿس. جبلن جي جڙڻ جا سبب ڏنا اٿس اصلي بہ ۽ اتفاقي بہ، جن پوئين مان زمين جو ڏيڻ بہ هڪڙو سبب آهي. مرڪّب جسم، جي ڪِرندڙن تارن مان ڪِرندا آهن، تنهجي نسبت ۾ چيو اٿس تہ انهن جي جزن مان ٽامو وڌيڪ آهي. چوي ٿو تہ ايران ۾ پرندڙ پٿر يا جسم اهي ڪِريا، جي اهڙا سخت هئا، جو ڪنهين بہ باهہ ۾ پگهرڻ جا نہ هئا. انهنمان هڪڙو اٽ سؤ آئونس وزن ۾ هو، يعني ڏيڍ سؤ ڏن. اُهو وقت جي بادشاہ ورتي آندو ويو ۽ انهيمان هڪڙو ڪرڻ بنايو ويو، جو نهايت تيز هو.

## (٢) جرجان ۾ جوڙيل ڪتاب.

١- اوسط جرجاني- علم منطق ۾- ابو محمد شيرازيءَ جي نالي موسوم آهي.

٢- مبدء و معاد- نفس ناطقه جي بيان ۽ بحث ۾- شيخ ابو محمد بن ابراهيم فارسيءَ جي نالي.

٣- ارصاد ڪُلّيه- هي ڪتاب هُن رَيءِ ۾ پورو ڪيو. هي به شيخ ابومحمد جي نالي موسوم آهي.

٤- ڪتاب معاد- مجدالدوله ديلميءَ جي نالي معنون آهي.

٥- خواص سڪنجبين- هنجو ترجمو لئٽن ٻوليءَ ۾ ڪيو ويو هو.

٦- خواص حيوانات- ارسطوءَ جي ڪتابن تان انتخاب ٿيل- هي همدان ۾ پورو ڪيائين.

٧- ڪتاب شفا- علم حڪمت ۾- ارڙهن جلدن ۾- هي ڪتاب شيخ جي سڀني ڪتابن مان زياده مشهور آهي. انهيءَ جي لکڻ ۾ هنکي ويه مهينا لڳا. انهيءَ ۾ متقدمين ۽ متاخرين حڪيمن جي قولن تي رايون ڏنل آهن ۽ منجهس عجيب غريب مشاهدن جو بيان آهن.

**اشارو**- علم الاهيءَ ۾ ۽ علم رياضيءَ ۾ شيخ کي اهڙيون حقيقتون ڏنيون آهن، جي شڪ شبهي جهڙيون آهن ۽ صحيح نه هن؛ مگر پنهنجي ڪماليت جي غرورتي صحيح ۽ سچيون ڄاڻي بيان ڪندو هليو ويو آهي؛ اگرچه ابن اوندلسي ساڻس متفق الراي رهيو آهي، بلڪ هنڪان ۾ وڏيڪ مشڪوڪ ڳالهيون آنديون اٿس.

اهڙين ڳالهين جو هڪڙو مثال هي آهي: سج جي ٽڪيءَ تي جيڪي داغ آهن، تن مان ۾ زهره ۽ عطارد جا آهن، جي سندس مقابلي ۾ اچي وڃن ٿا، پر هاڻوڪن مغربي حڪيمن پنهنجن زوريرين اوزارن ۽ دوربينين سان چڱيطرح معلوم ڪيو آهي ته سج جا داغ خود اُتي جي بخارن ڪان آهن ۽ اُهي ڦرن گهرن ٿا ۽ صورتون بدلائين ٿا.

جنهن وانگي زهره ۽ عطارد ۾ سج ۽ زمين جي وچ اچي وڃن ٿا، جنهنڪري سج گرهڻ ٿئي ٿو؛ مگر پئي گڏ هڪڙي وقت ڪڏهن نه آيا آهن، پر امڪان آهي ته اچن.

## (۳) همدان ۾ جوڙيل ڪتاب.

۱- هدايه (علم حڪمت بابت). ۲- ادويه قلبيه (دل جي بيمارين بابت). ۳- اشارت (قولنج جي علاج بابت). ۴- ارشاد (جو هن پنهنجي ياءِ محمود جي لاءِ لکيو). ۵- رسالہ حيّ بن يقظان (جنهنجي شهر ۾ شيخ قيد هو). ۶- ڪتاب قانون (علم طب بابت. هنجو ڪو ياڱو جرجان ۾ ڪو همدان ۾ لکائين. هن پنج ڪتاب يا ياڱا آهن: هڪڙو ضروري ڳالهين بابت، ٻيو مفرّد دوائن بابت، ٽيون جزئي مرض بابت، چوٿون غير مخصوص عضون جي مرض بابت ۽ پنجون مرڪب دوائن بابت. هر هڪ باب ۾ گهڻا فنَ فصل وانگي ڏنل آهن. هر هڪ مرض جو بيان ۽ علاج ۽ تجربا ۽ مثال ڏنا اٿس ۽ ڪن جي نسبت ۾ خاطري ڏني اٿس اگرچہ ٻين طبيبن ۽ حڪيمن انهن تي اعتراض آندو آهي. مثلا سِل جي نسبت ۾ چويٿو تہ "بيمار کي هڪ ورهيہ تائين گلقند شڪر ڪارائجي ماني ۽ سان گڏي يا ٻي طرح، پر جي ضيق النفس

تي پوي ته شربت زوق کارائجي ۽ دي دق
تپ تي پوي ته ڪافور جا قرص کارائجن. هن
علاج جي مونکي بلڪل پڪ آهي، پيو ڪوڪلي
ته پلي پيوڪلي". پوءِ مثال بيمارن جا ڏنا اٿس.)
٧- ڪتاب انصاف (جو ويهن جلدن ۾ آهي.
اُهو اصفهان ۾ لکيائين. انهي ڳالهي ڏيڻ جو سبب
هي ته انهي ۾ مشرقي ۽ مغربي فيلسوفن جو مقابلو
۽ فيصلو ڪيو اٿس. هي ڪتاب سلطان محمود
جي ڪاهه وقت تلف ٿي ويو هو، پوءِ شيخ
وري انهي کي گڏ ڪري بنايو). ٨- لغت العرب
(پنجن جلدن ۾. ابو سهل واري جنگ ۾ هي
ڪتاب بہ ناس ٿي ويو). ٩- حڪمت علائيہ
(يا دانش نامہ، جو فارسيءَ ۾ لکيل آهي ۽
علاءالدولہ لاءِ لکيو ويو هو، جنهنجي پنيان اهو
نالو ماليس). ١٠- ڪتاب نجات (ٽن جلدن
۾). ١١- علم مخارج حروف. ١٢- رسالتہ الطير
(پکين بابت). ١٣- حدود الطبّ. ١٤- قوايٰ
طبعيہ، ١٥- عيوان الحڪمت (علم طبعي ۽

الٰهي ۽ علم رباني بابت- هنن ٽنهي ڪتابن جا نالا ڏنل آهن).
١٦- مقالو عڪوس (ذوات الخطب التوحيديه بابت). ١٧- مقالو الهيات، ١٨- معجز ڪبير (منطق بابت). ١٩- معجز صغير. ٢٠- حجج عربيه (سعادت جي تحصيل بابت). ٢١- مقالو قضا ۽ قدر (جو همدان مان اصفهان ڏي ويندي رستي ۾ لکيائين). ٢٢- مقالو ڪاسني جي خاصيتن بابت. ٢٣- مقالو پاڻيءَ جي بيان ۾. ٢٤- مقالو في اشارة الي المنطق. ٢٥- مقالو حڪمت ۽ علمن جي تعريف ۽ تقسيم بابت. ٢٦- تعاليق طبيه (جو ابو منصور جي لاءِ لکيائين). ٢٧- مقالو خط استوا بابت (جو ابوالحسن بهمن يار جي جواب ۾ لکيائين). ٢٨- رسالو ارڙهن مسئلن ابو ريحان بيروني جي جواب ۾. ٢٩- مقالو هيئت ارض ۽ ان جي ثقيل مطلق هئڻ بابت. ٣٠- ڪتاب حڪمت المشرقيه. ٣١- مقالو علم موسيقي بابت.
٣٢- مقالو اجرام سماويه بابت. ٣٣- ڪتاب آلات رصد بابت (جو اصفهان ۾ علاؤالدوله جي حڪم

پٺيان رصد ڪاهڙا هٿ وقت لکيا ئين). ٣٤. ڪتاب ڪيس ورصد (علم طبعي جي ڪن تعلقن بابت). ٣٥. مقالہ عرض قاطيغورياس. ٣٦. رسالہ اضحويہ (معاد بابت). ٣٧. مقالہ جسم طبعي ۽ تعليمي بابت. ٣٨. ڪتاب حڪمت عرشيہ (علم الٰهيات بابت). ٣٩. مقالہ زيد ۽ عمر جي علمن جي علحدي هئڻ بابت. ٤٠. ڪتاب تدبير (ملڪي انتظام ۽ ڍل يا محصول وٺڻ بابت). ٤١. مناظرات (نفس ناطقہ بابت شيخ بوعلي ۽ بوعلي نيشاپوري جي وچہ). ٤٢. ڪتاب خط وتهجدات واسجاع و قوافي (ڪن خطن جا جواب). ٤٣. مختصر اقليدس. ٤٤. ارسماطيقي. ٤٥. قصايد و اشعار. ٤٦. رسايل فارسي (مخاطبات ۽ مڪاتبات بابت). ٤٧. تعاليق (جنين ابن اسحق جي طب بابت). ٤٨. ڪتاب معالجات يا قوانين. ٤٩. مسايل طبيہ (وقت جي عالمن جي سوالن جا جواب). ٥٠. مسايل شرح الله اڪبر جا جواب. ٥١. مسايل علماءِ بغداد جا جواب. ٥٢. علم ڪلام. ٥٣. شرح ڪتاب نفس تصنيف ارسطا طاليس. ٥٤. مقالہ نفس بابت. ٥٥. ابطال احڪام نجوم. ٥٦. ڪتاب الملح

(نحو بابت). ٥٧ - فصول الهيہ (نفس ۽ طبعيات بابت). ٥٨ - بيان ( زهد بابت، ابو سعيد بن ابوالخير لاءِ لکيائين). ٥٩ - رسالہ جوهر و عرض. ٦٠ - مسايل علوم مختلف. ٦١ - تعليقات (ابوالفرج بن ابوسعيد يماميءَ لاءِ لکيل). ٦٢ - مقالہ تصنيفات ۽ تاليفات (جنهن ۾ ڏيکاريو اٿس ته پاڻ ڪهڙا ڪهڙا ڪتاب ڪهڙي ڪهڙي هنڌ ۽ ڪڏهن لکيائين). ٦٣ - رسالہ مسايل (ابوالحسن عامريءَ جي چوڏهن مسئلن جا جواب). ٦٤ - مفاتح الخزائن (منطق بابت). ٦٥ - رسالہ (هڪڙي ئي ساڳي شيءِ جوهر ۽ عرض ٿي نٿي سگهي). ٦٦ - ڪتاب تعبير و تاويل رويا. ٦٧ - مقالہ (ابوالفرج بن طيب جي قولن جي رد بابت). ٦٨ - رسالہ عشق (ابو عبيدالله معصوميءَ جي لاءِ لکيل). ٦٩ - رسالہ (انسان جي قويٰ ۽ ادراڪ بابت). ٧٠ - مقالہ حزن يا آلام ۽ انهن جي سببن بابت. ٧١ - رسالہ نهايت و لانهايت جي بيان ۾. ٧٢ - ڪتاب حڪمت (حسين سهليءَ جي نالي موسوم ٿيل).

Printed and published by Jethmal Parsram Gulraj at the
BLAVATSKY PRESS, Hyderabad Sindh.

